
بسم الله الرحمن الرحيم
ان رحمة الله قريب من المحسنين
بيشڪ الله جي رحمت نيڪوڪارن جي ويجهو آهي. (القرآن)
سوانح حيات
سهڻا سائين
حضرت الحاج الله بخش رحمة الله تعالىٰ عليه
غفاري فضلي مجددي نقشبندي
حصو پهريون
بيدار مورائي
اداره تبليغ روحانيه وجماعت اصلاح المسلمين
پاڪستان



بسم الله الرحمٰن الرحيم

زندگيءَ جو عظيم سرمايو

لڌيو لطيفن، پلاڻ پنڌ پيا
هٿان حبيبن، ڪڏهن ڪو نه ڌڪو ٿيو

# سوانح حيات

# سهڻا سائين

حضرت الحاج الله بخش رحمة الله عليه الله آبادي
غفاري فضلي مجددي نقشبندي

حصو
ٻيون

مؤلف:

بيدار موراڻي

٩ رجب المرجب سنه ١٤٠٦ھ

ڇاپو: پهريون

تعداد: هڪ هزار

سال: ١٩٨٦ع

ڇپائيندڙ: شعبه نشر واشاعت

اداره تبليغ روحانيه وجماعت اصلاح المسلمين پاڪستان

درگاه الله آباد شريف، ضلع نوابشاه

ڇپيندڙ: حيدري پرنٽنگ پريس، لجپت روڊ حيدرآباد سنڌ

ڊيزائن: حضرت قبله سجڻ سائين جن جي فرمان مطابق

قيمت: ٢٥ رپيا

# SAWANEH HAYAT

# "SOHNA SAIN"

## PART II

BY

**BEDAR MORAI**




بسم الله الرحمٰن الرحيم

آئون ٻنهي جي هي محنت انهيءَ فاضل نوجوان، پيرِطريقت، صاحبِ شريعت، سالڪن جي سرتاج، اعلىٰ حضرت، عظيم البرڪت، مصباح الامّت، مرشد مربي، وَلي ابنِ وَلي حضرت قبله صاحبزاده، سائين محمد طاهر مد ظله العالى، جن ڏانهن منسوب ٿو ڪريان، جنهن جي زندگي وفا، اخلاص ۽ سچائيءَ جو مڪمل نمونو آهي.

پاڻ نهايت نازڪ ۽ ڏکئي وقت اندر، قومُ جو لڱام، قيادت جون واڳون سنڀاليندي، مڙني مريدن ۽ معتقدن کي، تسبيح جي داڻن وانگر، "وَاعْتَصِمُوا بِحَبْلِ اللّٰهِ" جي سنگين رڳ واري سڳي ۾ پوئي ڏيکاريو.

اسان کي سندن هن قيادت تي ناز ۽ فخر آهي.

شال! الله شهنشاهه حضرت صاحب جن کي خضر ۽ حياتي عطا فرمائي ۽ سندن روحاني مرڪزن، ديني درسگاهن ۽ اصلاحي تنظيمن کي شاد ۽ آباد فرمائي. (آمين)

ويٺي جنهن وٽ، ڪوڙين ٿين قرار،
ڏئي ڪرم ڏاڙ، پاڙ تن پرين ڪان. (شاهه)

ڏوهي فقير محمد طاهري بخشي غفاري



## پنهنجي طرفان

بسم الله الرحمٰن الرحيم

**حمد باري تعاليٰ ۽ ثنائے نبي آخرالزمان**
صلی الله عليه وسلم کان بعد آئون پنهنجي روحاني رهبر، مرشد مربي حضرت قبله سائين صاحبزاده **محمد طاهر** مدظله العالي بخشي نقشبندي مجددي الله آبادي، جن جي احسان ۽ ڪرم نوازي جو اظهار واجب سمجهان ٿو، جن جي نيڪ نصيحتن ۽ مفيد مشورن سان گڏ خاص نظرِ ڪرم مون جهڙي ناقص عقل ۽ ڪم فهم کي شمس العارفين سراج السالڪين حضرت **خواجه الله بخش** نوّرالله مرقدهم جن جي **"سوانح حيات"** لکڻ لاءِ آماده ڪيو.

آئون انهن ڪرم فرمائن جو به ٿورائتو آهيان، جن مفيد مشورن کان علاوه ڪتاب لکائڻ، ڇپائڻ ۾ ههڙن يا ورڙن منهنجي مدد ڪئي آهي.

آخر ۾ آئون محترم **قاضي محمّد نعيم الدّين** صاحب مالڪ حيدري پرنٽنگ پريس حيدرآباد کي به هن موقعي تي وساري نٿو سگهان، جنهن پاڻ پتوڙي، ڪافي ڪوشش ڪري، پوري وقت تي، ڪتاب کي نهايت سهڻي نموني سينگارڻ ۽ سنوارڻ ۾ منهنجو ساٿ ڏنو آهي. شال! الله شهنشاه ڪين جزائے خير عطا فرمائي.
(آمين)

طالبِ دعاء

**بيدار موراني**

(٦ رجب المرجب ١٤٠٦ھ)

# فهرست

بسم الله الرحمٰن الرحيم




## هڪ نظر ۾

حضرت شمس العارفين سهڻا سائين نوّرالله مرقده' جن جي مبارڪ زندگي ٻارنهن جي زماني کان وٺي ٻيڙاپڻ تائين هڪ ڪامل مسلمان جي حيثيت ۾ پوري طرح شريعت مقدس مٿان عمل ڪندي ۽ دين جي درد، امت جي فڪر، خدمتِ خلق ۽ تبليغِ اسلام واسطي جدوجهد ڪندي گذري. خاص ڪري جڏهن کان پاڻ طريقت ۾ قدم رکيائون ته پنهنجي جان، مال، وطن غرضيڪ سڀ ڪجهه دينِ اسلام جي اشاعت لاءِ وقف ڪري ڇڏيائون.

بالخصوص حضرت خواجه غريب نواز پير مٺا رحمة الله عليه جن جي وصال کان پوءِ مسند نشين ٿيڻ سان ئي پاڻ جنهن عرق ريزي ۽ محنت سان دين اسلام جي آبياري ڪيائون، ان جو اندازو مندرجه ذيل اجمال مان ئي لڳائي سگهجي ٿو.

### (۱) تبليغي سفر:

پاڻ پيري ۽ عوارضات جي باوجود دين متين جي تبليغ واسطي، صوبه سنڌ اندر ڪراچي، حيدرآباد، نوابشاه، ميرپورخاص، لاڙڪاڻو، نئون ديرو، شڪارپور ڪنڊ ڪوٽ جو سفر ڪيائون. صوبه پنجاب اندر ملتان، لاهور، فيصل آباد، راولپنڊي، سيالڪوٽ جو سفر ڪيائون. صوبه سرحد اندر

بنون، ڪوهاٽ ۽ وزيرستان جو سفر ڪيائون. **صوبہ بلوچستان** اندر ڪوئيٽہ، مستونگ ۽ لس ٻيلہ جو سفر ڪيائون.

## (٢) وفدن جي روانگي:

حضرت قبلہ **سهڻا سائين** جن، جتي پاڻ ڪنهن شرعي عذرسبب پهچي نہ سگهيا، اتي پنهنجا تبليغي **وفد** ۽ **مبلغ** حضرات موڪليائون.

**صوبہ سنڌ:** ڪراچي يونيورسٽي، سنڌ يونيورسٽي، لياقت ميڊيڪل ڪاليج، زرعي يونيورسٽي ٽنڊو ڄام، لطيف ڪئمپس خيرپور، حيدرآباد، ميرپور خاص، سانگهڙ، عمر ڪوٽ، ڪوڪراپار، رڻ ڪڇ، بدين، ٺٽو، تلهار، ڪيٽي بندر، لاڙڪاڻو، غيبي ديرو، چانڊڪا ميڊيڪل ڪاليج، ڪنڌڪوٽ ۽ سٽي گئس، وغيره.

**صوبہ پنجاب:** ملتان، لاهور، سيالڪوٽ، شيخوپوره، فيصل آباد، بهاولنگر، اوڪاڙه، سرگودا، چڪ امرو، پنجاب يونيورسٽي ۽ اسلام آباد يونيورسٽي وغيره.

**صوبہ سرحد:** پشاور يونيورسٽي، بنون، ڪوهاٽ، ائبٽ آباد ۽ آزاد ڪشمير وغيره.

**صوبہ بلوچستان:** لس ٻيلہ، اُٿل، شاه نوراني، خضدار، باغبان، ڪوئيٽہ ۽ مستونگ وغيره.

**هندوستان:** دهلي، بنگال، اجمير ۽ سرهند شريف وغيره.

**بيروني ممالڪ:** ايران، عمان، عراق، عجمان، ابوظهبي، دبئي، بحرين، سعودي عرب، آمريڪا، سائوٿ آمريڪا، آسٽريليا، افريقہ، سائوٿ آفريقہ، ۽ لنڊن وغيره.

## (٣) تبليغي خطوط:

حضرت قبله سهڻا سائين جن جي خدمت اندر پاڪستان کان علاوه ٻيروني ممالڪ مان به خط ايندا رهندا هئا. عمان، بحرين، دبئي، ابوظهبي، مظفر آباد (آزاد ڪشمير)، سعودي عرب ۽ آمريڪا وغيره.

## (٤) روحاني مرڪز:

حضرت صاحب جن جي محنت ۽ ڪوشش سان ڪافي شهرن ۾ جماعت جا تعليمي تربيتي مرڪز آهن. الله آباد، فقير پور، طاهر آباد، روحاني مرڪز ڪراچي، روح الاسلام لاهور، روحاني مرڪز ظفر وال، فيصل آباد، رحمتپور ٻنچيڪي ۽ روحاني مرڪز الصفا دبئي وغيره.

## (٥) ديني درسگاهون:

حضرت قبله سهڻا سائين رحمة الله عليه جن جي نوراني نظر ۽ باطني توجه سان اندروني سنڌ اندر ڪافي شهرن ۾ جماعت جي ديني مدرسن جو قيام ٿيو. مثلاً الله آباد شريف، فقيرپور شريف، طاهر آباد شريف، ٺٽون ديره، دادو، شاهپورجهانيه، قصبه جوهي، مهاجر ڪئمپ ڪراچي، نارٿ ناظم آباد ڪراچي، ملير ڪراچي، شاه نوراني، خيرپور ناٿن شاه، نصير آباد ۽ اٽل وغيره.

## (٦) دستاربندي:

حضرت صاحب جن جي محنت ۽ ڪوشش سان سنه ١٩٧٤ع ۾ درگاه فقير پور شريف اندر ٢٢ فارغ التحصيل

علماء ڪرام جي دستار بندي ٿي. ١٩٨٢ع ۾ درگاه الله آباد شريف اندر ١٧ فارغ التحصيل علماء ڪرام جي دستار بندي ٿي. ١٩٨٥ع ۾ درگاه الله آباد شريف اندر ١٤ فارغ التحصيل علماء ڪرام جي دستار بندي ٿي.

## (٧) اعليٰ تعليم:

حضرت صاحب جن فن قراءت، دورهٔ تفسير، دورهٔ حديث، فلسفه، منطق ۽ اعليٰ تعليم واسطي ذهين فهيم علماء ڪرام کي مختلف مدرسن ڏانهن روانو ڪيائون. مثلاً مدرسه رڪن الاسلام، احسن البرڪات (حيدرآباد)، المرڪز قادريه، المرڪز اسلاميه، قمرالاسلام، دارالعلوم نعيميه (ڪراچي)، جامعه رضويه (فيصل آباد)، جامعه آويسيه رضويه (بهاولپور)، ضيائے شمس الاسلام (سيال شريف) ۽ جامعه نظاميه (لاهور) وغيره.

## (٨) اصلاحي تنظيمن جو قيام:

ادارهٔ تبليغ روحانيه و جماعت اصلاح المسلمين، جمعيت علماء روحانيه غفاريه، جماعت اساتذه روحانيه، روحاني طلبه جماعت، اصلاح نوجوانان ۽ نونهال روحاني طلبه جماعت وغيره. هنن تنظيمن جون برانچون پوري پاڪستان کان علاوه ٻيروني ممالڪ ۾ پڻ آهن.

## (٩) سلف صالحين جا ڏينهن ملهائڻ:

هنن مذڪور تنظيمن طرفان بزرگان دين جا شايان شان ڏينهن ملهايا ويندا آهن. مثلاً جشن عيد ميلاد النبي ﷺ ۽ ختم نبوت ﷺ شان صحابه ۽ عظمت اهل بيت رضي الله عنهم ڏوهر امام اعظم رحه ڏوهر محبوب سبحاني رحه، ڏوهر امام رباني رحه، ڏوهر پير مٺا

رحمة الله عليه. ياد رهي تہ انهن بزرگ هستين جي سيرت تي ننڍڙا ڪتاب لکي جلسہ اندر مفت تقسيم ڪيا ويندا آهن.

## (١٠) تربيتي دورا:

درگاه شريف تي هر سال هڪ يا ٻہ تعليمي تربيتي دورا ٿيندا آهن. جن ۾ فن قراءت، درس قرآن، درس حديث، فقہ، مڪتوبات امام رباني، ملفوظات محبوب سبحاني، احياء علوم الدين امام غزالي ۽ مثنوي مولانا روم جي تعليم ڏني ويندي آهي.

## (١١) احترام رمضان:

خصوصي رمضان مهيني ۾ شهر جي بازارن، هوٽلن، بس اسٽاپن، ريلوي پليٽ فارمن ۽ ڳوٺن ۾ رات ڏينهن رمضان متعلق تبليغ ڪئي ويندي آهي. ان مهيني ۾ ديني اشتهار، پمفليٽ، رسالا ۽ ڪتاب ڇپرائي تقسيم ڪيا ويندا آهن.

## (١٢) جيل اندر تبليغ:

حضرت صاحب جن جي فرمان ۽ پاڪستان سرڪار جي اجازت سان جماعت جا وفد اندروني سنڌ جي اڪثر جيلن ۾ تبليغ لاءِ ويندا آهن. مثلاً سينٽرل جيل ڪراچي، حيدرآباد، خيرپور ميرس، ميرپور خاص، نوابشاه، لاڙڪاڻو، دادو ۽ ان کان علاوه ننڍن جيلن ۾ پڻ تبليغ ڪئي ويندي آهي.

## (١٣) عورتن جي اصلاح:

عورتن جي اصلاح خاطر مستورات لاءِ اجتماعي پروگرام ٿيندا آهن، جن ۾ قراءت، نعت، وعظ ۽ تقرير عورتون پاڻ ڪنديون آهن. اهڙا پروگرام درگاه الله آباد، حيدرآباد ۽ نوابشاه وغيره اندر ٿيندا رهندا آهن.

ڀيڏا امهو رائي




ٿورن مٿي ٿورا، مون تي محبوبن جا،
ڳلايون ۽ ڳرا، ڳڻي ڳڻيندس ڪيترا.
(شاهه)

ارشاد باري تعاليٰ آهي: ”اي انسان! منهنجا انعام ۽ احسان، اڻ ڳڻيا ۽ اڻ ڪٿ آهن، جيڪي تنهنجي علم ۽ عقل جي اندازي لڳائڻ کان گهڻا آهن. تنهنڪري تنهنجي مٿان لازم آهي ته منهنجي ڪمل نعمتن جو اظهار ڪر. جيڪڏهن تون منهنجي نعمت جو شڪر ۽ قدر ڪندين ته آءٌ اڃان به تنهنجي مٿان پنهنجون نعمتون زياده ڪندس، پر جيڪڏهن تو منهنجي نعمت کي لڪايو ۽ ناشڪري ڪئي ته پوءِ ياد رک ته منهنجو عذاب سخت آهي.“

ساڳئي وقت ارشاد نبوي ﷺ آهي: ”جنهن شخص سان ڪو احسان ڪيو وڃي ته ان کي لازم آهي ته ان جو احسان لاهي، اگر اُن احسان لاهڻ جي طاقت نه اٿس ته پوءِ اُن جي مهربانين ۽ احسانن جو ذڪر ڪري ۽ ان جي صفت ثنا

ڪري. جنهن تعريف ڪئي گويا اُن شڪر ادا ڪيو ۽ جنهن اُن احسان کي لڪايو ڇپايو ته ان شخص ناشڪري ڪئي. جيڪو شخص انسان جو شڪر ادا نٿو ڪري، اهو خدا جو به شڪر نٿو ڪري". (ترمذي شريف).

مٿين حقيقت کي مدِنظر رکندي، اسان پنهنجي ۽ پوري جماعت جي مٿان، هيءَ ضروري سمجهون ٿا ته هن ڪفر، الحاد، بدعت، بي ديني ۽ دهريت واري دؤر ۾، جڏهن دين جو درد ۽ اسلام جي حقيقت آهستي آهستي، دنيا تان ڪڇندي پئي وڃي، کلم کلا الاهي احڪامن ۽ شريعت پاڪ جي خلاف سرِ بازار راڳ ڳايا ٿا وڃن، بي حيائي ۽ بيغيرتيءَ تي ناز ڪيو ٿو وڃي، اسلامي صورت ۽ سيرت کان بغاوت ۽ بيزاري آهي، قرآن و حديث پڙهي ڪري، عمل ڪرڻ ته پري رهيو پر اُن نصيحت ڪندڙ جي مٿان هر وقت ٽوڪ ۽ چٿر ڪندي به ڪجهه حياءُ نٿو اچي.

پوءِ اهڙي فتني فساد ۽ ڏکئي وقت ۾ ڪامل مرشد جو ملڻ ۽ صادقن جي صحبت جو نصيب ٿيڻ، هي الله تعاليٰ جو اڻ ڳڻيو ۽ اڻ ڳڻيو وڏو احسان آهي، جنهن جو قلم ذريعي اظهار ڪرڻ واجب ٿا سمجهون.

حضرت خواجه غريب نواز پير مٺا رحمة الله عليه فرمائيندا هئا ته "اهل الله، ڪامل ولي الله جو فيض برڪات، سندن زندگي مبارڪ ۾ لوازماتِ بشري سبب ايترو وسيع نه هوندو آهي، جيترو ان جي وصال بعد. ڇو ته ان وقت اهو الله وارو پنهنجي مالڪ حقيقيءَ ڏانهن هم تن متوجه هوندو آهي.

# حضرت قبله سهڻا سائين رحمة الله عليه

منهنجا مرشد مربّي حضرت قبله سهڻا سائين رحمة الله عليه جيڪي دورِ حاضره جا بي مثل، بي بدل، صاحبِ ڪمال آهن، سندن فيوضات انوار جي ساغر منجهان ڪيترا لکين گمراهه انسان، معرفت الاهيءَ جا ماڻڪ موتي حاصل ڪري، هدايت وارا بڻجي پيا، نه رڳو ايترو پر انهن مائٽن جي محنت ۽ ڪوشش سان بي دين، ديندار بڻجي ويا. چور، زاني، شرابي سڌري نيڪوڪار ۽ پرهيزگار بڻجي پيا. اهو ڇا هو؟

خود نه تهے راه پر، اوروں کے هادی بن گئے،
کیا نظر تهی، جس نے مُردوں کو مسیحا کردیا۔

انهن ئي سچن صادقن، ڪاملن عاملن جي آغوش ۾ ۲۱ سالن جي عمر مبارڪ تائين، سندن صاحبزاده لختِ جگر، نورِ نظر، يڪتائے گوهر، قبله حضرت خواجه محمد طاهر مدظله العالي پلجي، رشد و هدايت جا پيڪر ثابت ٿيا آهن.

ايڏي ننڍي عمر ۽ قوه جوانيءَ جي عالم ۾، خصوصاً دورِ حاضره جي بي انتها، بدڪاري، بي حيائي ۽ پُر فتن دجالي دور ۾، دنيا جي رهبري ۽ رهنمائي ڪرڻ ڪا معمولي ڳالهه ڪانهي.

درحقيقت هي حضرت قبله سهڻا سائين رحمة الله عليه جي وصال بعد به، سندن فيض برڪات جو ڪرشمو ۽ ڪرامت ظاهر باهر آهي. هوري جو هڪ نوجوان شاگرد غلام اڪبر ميمڻ ڳالهه ٿو ڪري ته جنهن رات حضرت قبله

سهڻا سائين رحمة الله عليه جن جو وصال ٿيو، ان رات آءٌ موري شهر ۾، پنهنجي گهر آرامي هوس ته تقريباً اڍائي وڳي خواب پيو ڏسان ته حضرت سهڻا سائين پنهنجي نورِ نظر، لختِ جگر، سائين صاحبزاده کي بيحد پيار سان ڀاڪر پائي مُنهن منهن ۾ ملائي، ڪا شيء (امانت) سندن وات مبارڪ ۾ بار بار ڀلتي رهيا آهن. هن عجيب و غريب خواب جو منظر اڃان منهنجي اکين سامهون ئي هيو ته اوچتو ٻاهريون دروازو کڙڪيو. آءٌ خواب مان سجاڳ ٿي ٻاهر نڪتس ته چند روحاني طلباء جماعت جا دوست منهنجي انتظار ۾ بيٺا آهن، جن ٻڌايو ته هن وقت درگاه شريف تان فون آئي آهي ته حضرت سهڻا سائين جن وصال فرمائي ويا آهن. اها المناڪ خبر ٻڌي، منهنجي جسم مان جان ڇڏائي ويئي.

## هيڏا اها جا ٿين، ٻُري هن پنهورم

بهرڪيف هيڏي جماعت جو اڳواڻ هيڏي قافلي جو سرواڻ، اهڙو رهنما رهبر، لڪن مالهن جي ويران دلين کي فيض محمدي ﷺ سان سيراب ڪرڻ وارا جوان، اڄ اسان سيني کي جدائي ﷺ جو داغ ڏيئي، وڃي پنهنجي مالڪ حقيقي ﷺ سان ملاقي ٿيا.

تجربه مان ڏٺو ويو آهي ته اهڙين باڪمال هستين جي جدائي ﷺ کانپوءِ اڪثر بي اتفاقي ۽ بي اتحادي ﷺ جا غير معمولي معاملا درپيش ايندا آهن ۽ جماعتون ڇڙوڇڙ ٿيڻ لڳنديون آهن ۽ وڏا وڏا فتنا برپا ٿيندا آهن. پر جيڪڏهن پوئتي جاءِ ڀرڻ واري ڪا ڪامل هستي موجود هوندي آهي ته پوءِ شيطان کي سواءِ افسوس ۽ ارمان جي ٻيو ڪجهه به حاصل نه ٿيندو آهي.

# حضرت سچڻ سائين

سنها م پانهه سنپ، اهي رو ياه واسينگن جا،
جنهن جي جهنپ، هسائي هنڌان نہ چري. (شاه)

الحمد لله! رب پاڪ جا هزارين حمد ۽ ڪروڙين ڪرم جو حضرت قبلہ سهڻا سائين رحمة الله عليه جن جي ظاهري جدائيءَ کان پوءِ، هن هيڏي سات کي سنڀالڻ ۽ سهيڙڻ وارو جوان حضرت قبلہ سچڻ سائين مدظله العالي، ڏڻ جو ڏنار عنايت ٿيو آهي، جنهن جي رهبري ۽ رهنمائي اهڙي تہ پُرخلوص ۽ پُر اثر ثابت ٿي، جو جماعت جو ڪم نهايت ترقيءَ جي راهہ تي گامزن آهي. اتفاق ۽ اتحاد بہ اڳي کان اڳرو ۽ زياده آهي، تبليغ جو ڪم بہ بدستور جاري ۽ ساري آهي.

الغرض حضرت قبلہ سهڻا سائين رحمة الله عليه جن جي وصال وقت حضرت قبلہ سچڻ سائين جن جي عمر مبارڪ ۲۱-۲۲ سال هئي. حضرت صاحب جن پنهنجي زندگي مبارڪ ۾، ڪافي عرصو اڳ طريقہ عاليہ جي اجازت ۽ دين جي خدمت سندن سپرد فرمائي. ڪراچي، حيدرآباد، نوابشاه، مورو، دادو، لاڙڪاڻو، ٺٽو ڏيره ۽ ڪافي ٻين علائقن ڏانهن ڪمن طريقہ عاليہ نقشبنديہ جي اشاعت ۽ دين جي خدمت لاءِ روانو فرمايو هو.

درگاهہ فقيرپور شريف، پارهون شريف جي موقعن تي ڪن عوارضات سبب پهچي نہ سگهيا تہ قبلہ سائين صاحبزاده کي موڪليندا هئا. نہ رڳو ايترو پر پاڻ اهڙن موقعن تي پنهنجي

لخت جگر کي ذکر ذڪر ۽ طريقه عاليه اندر داخل ڪرڻ لاءِ به تاڪيد فرمايائون، جنهن کي حضرت قبله سچڻ سائين جن عملي جامه پهرائي ڏيکاريو.

مطلب ته اکين وارن ڏٺو ته حضرت قبله سهڻا سائين رحمة الله عليه جن ڪمن پنهنجو حقيقي جانشين بنائي، هن هيڏي ساري قافله جي قيادت سندن سپرد فرمائي ويا.

اهڙا علائقه جتي حضرت قبله سهڻا سائين جن تبليغ واسطي پهچي نه سگهيا، انهن جاين تي به حضرت سچڻ سائين جن تبليغ جو ڪم سرانجام ڏنو.

جيئن ته پاڻ صوبه سنڌ اندر، ٺٽو ضلعي جي ڇيڙي تائين پهچي، طريقه عاليه جو پيغام پهچايائون. سفر ڏاڍو ڏکيو هو، اڄ وچ جي سهوليت گهٽ هئي، تاهم مخلوق ڪيترن وانگر ڪنڌي تي وٺي ۽ سيني طريقه عاليه ۾ داخل ٿيا. هيءَ جماعت خليفه مولوي محمد عالم بخشي طاهري جن جي آهي.

الحمد لله! محبوبن "راقم الحروف" کي به هن سفر ۾ پاڻ سان گڏ رکيو، هيءَ به سندن قرب ۽ ڪرم نوازي آهي.

ان کان علاوه هوائي جهاز ذريعي ١٥ ڏينهن لاءِ متحده عرب امارات ڏانهن، دين جي تبليغ واسطي روانا ٿيا، سندن اهو تبليغي دورو نهايت ئي ڪامياب رهيو، ڪتاب پڙهڻ ڪانپوءِ اندازو لڳائي سگهجي ٿو.

الحمد لله! "راقم الحروف" کي به ايترپورت ٽائمن ڇپڻ جي سعادت حاصل ٿي، اهو به سندن ئي احسان آهي.

اهي اصلاحي تنظيمون جن جي ترقيءَ جو حضرت قبله سهڻا سائين جن کي رات ڏينهن فکر رهندو هو.

الحمد لله! سندن انهن نيڪ تمنائن ۽ ارادن کي به حضرت سچڻ سائين جن عملي جامو پهرائي ڏيکاريو.






هڪ دفعي هي عاجز ۽ چند احباب سيدي و مرشدي حضرت غوث الاعظم قلبي و روحي فداه نَوَّرَ الله مرقدهم جي خدمت عاليه ۾ موجود هئاسين. پاڻ نهايت شگفته مزاجيءَ سان بغير تڪلف جي ڪنهن موضوع تي گفتگو فرمائي رهيا هئا. هي عاجز ۽ ٻيا سندن جي خوشنودي ۽ رضامنديءَ واري گفتگو ٻڌڻ واسطي همه تن گوش هئاسين.

اوچتو ٻاهران هڪ فرد آيو. پاڻ سلسلهٔ ڪلام منقطع فرمائي ان جي طرف متوجه ٿيا ۽ ان فرد ڪو طويل عرض ڪرڻ شروع ڪيو. حتيٰ ڪہ سندس گفتگو ڪنهن جي غيبت تائين پهتي. حضرت سيدي و مرشدي نَوَّرَ الله مرقدهم جن جو

چهرو مبارڪ هڪدم سُرخ ۽ بي رونق ٿي ويو ۽ چهري مبارڪ تي ناگواريءَ جا اثرات ظاهر ٿيا، سندن جي شگفته مزاجي غصي ۾ تبديل ٿي ويئي. پاڻ ان شخص کان رخ مبارڪ ٻئي طرف ڪندي فرمايائون: ”توبه، توبه، بس به ڪيو، اهڙي خدا جي نيڪ ٻانهي جي شڪايت. اسان کي خبر آهي ته فلاڻو .... نهايت نيڪ ۽ پارسا فرد آهي.“ عرضگذار سندن جي عظيم اخلاق (حسنِ ظن) کي ڏسي مزيد گفتگو کان باز رهيو.

هي هڪ دفعو نه بلڪ ڪيترائي مرتبه ان مثل واقعا درپيش آيا، عرضگذار جڏهن به غيبت تائين پهچندو هو ته يڪدم پاڻ مخاطب کي سختيءَ سان منع ڪندا هيا نه صرف ايترو بلڪ غائب جي نيڪيءَ ۽ پارسائيءَ جو بيان ڪري، ان جي طرفان دفاع ڪندا هيا. ازروئے حديث به ان فعل کي مستحسن چيو ويو آهي.

اڪثر بيشتر پاڻ پنهنجي وعظ، نصيحت ۾ به غيبت جو مفصل بيان فرمائيندا هيا. تبرڪاً مذڪور موضوع تي ڪجهه سندن جا ملفوظات تحرير ڪجن ٿا:

• پاڻ فرمائيندا هيا ته ”انساني اعضاء مان زبان هڪ اهم عضوو آهي، انسان جي زبان ئي انسان کي آس ۾ يا ڇانوَ ۾ ويهاريندي آهي، يعني باعثِ راحت به بڻبي آهي ته باعثِ تڪليف به“. اڪثر ڪري پاڻ ترمذي شريف جي هيءَ حديث بيان فرمائيندا هئا. حضور نبي ڪريم ﷺ فرمائن ٿا: ”جڏهن صبح ٿيندو آهي ته تمام اعضاء زبان جي وڏائي بيان ڪندا آهن ۽ ان جي تعريف ڪندا آهن ۽ زبان کي چوندا آهن ته اسان جي معاملي ۾ خدا جو خوف ڪجانءِ، اسان توسان گڏ آهيون، جيڪڏهن

توهان سڌي رهندين ته اسان به سڌا رهنداسين، جيڪڏهن توهان ٽيڏي وئين ته اسان به ٽيڏا وينداسين.“ يعني اگر زبان تي مڪمل ضابطو آهي ته سڀ اعضاءِ گناهن ۽ بي فرمانين کان روڪيل هوندا ۽ جيڪڏهن زبان بي قابو آهي ته طرح طرح جون دنياوي خواه اخروي مشڪلاتون ۽ تڪليفون آهن.

• پاڻ فرمائيندا هيا ته: ”زبان کان گهڻائي گناهه صادر ٿين ٿا، جيئن ڪوڙ، چغلخوري، غيبت، بد زباني، شرڪيه ڪلمات، وغيره. انهن مان اهم ۽ عام گناهه غيبت آهي. ڳالهائيندڙ غيبت ڪري وٺندو آهي، هن کي هي به احساس نه هوندو آهي ته آءٌ زنا کان به وڌيڪ گناهه ڪري ويٺو آهيان. اڪثر پڙهيل لکيل ماڻهن کي به غيبت جي حقيقت معلوم نه آهي.“

• پاڻ غيبت جي حقيقت بيان ڪرڻ واسطي صحيح مسلم جي هيءَ حديث بيان فرمائيندا هئا.

عَنْ اَبِيْ هُرَيْرَةَ اَنَّ رَسُوْلَ اللهِ ﷺ قَالَ: ”اَتَدْرُوْنَ مَا الْغِيْبَةُ“. قَالُوْا: ”اَللهُ وَ رَسُوْلُهٗ اَعْلَمُ“. قَالَ ”ذِكْرُكَ اَخَاكَ بِمَا يَكْرَهُ“. قِيْلَ: ”اَفَرَاَيْتَ اِنْ كَانَ فِيْ اَخِيْ مَا اَقُوْلُ“. قَالَ: ”اِنْ كَانَ فِيْهِ مَا تَقُوْلُ فَقَدِ اغْتَبْتَهٗ وَاِنْ لَّمْ يَكُنْ فِيْهِ فَقَدْ بَهَتَّهٗ“. ترجمو رسول الله ﷺ، صحابه ڪرام رضوان الله عليهم اجمعين کان دريافت ڪيو ته غيبت ڇا آهي؟ صحابه ڪرام عرض ڪيو الله تعالى ۽ ان جو رسول بهتر ڄاڻن ٿا. پاڻ فرمايائون: غيبت ان کي چئبو آهي، جو ٻئي ڀاءُ جي عدم موجودگيءَ ۾ اهڙي ڳالهه چئي وڃي، جو اها اگر ان جي سامهون چئي وڃي ته کيس بري لڳي. ڪنهن عرض ڪيو، اگر اها ڳالهه ان اندر هجي. پاڻ فرمايائون: اگر اها ڳالهه (عيب) ان ۾ آهي، تڏهن ته غيبت آهي، اگر اها ڳالهه ان اندر نه هجي ته پوءِ ان متعلق اهڙي ڳالهه چئي وڃي ته اهو بهتان آهي.

ان مان معلوم ٿئي ٿو ته خاموشيءَ جا بيحد فائدا آهن. فضول ڪلام جي ترڪ ۽ خاموشيءَ مان انسان اندر اهڙي اهليت پيدا ٿئي ٿي ۽ قلب منوّر ٿئي ٿو جو تمام عبادتون آسان بنجي وڃن ٿيون ۽ رضا الاهي حاصل ٿي وڃي ٿي.

منهنجي مرشد مربّي حضرت غوث الاعظم سهڻا سائين قلبي و روحي فداه جي صرف هيءَ زباني نصيحت نه هوندي هئي، بلڪ ان مٿان پورو پورو عمل به هوندو هيو.

جڏهن ته اسان جو اگر ڪلام آهي ته غيبت، ڪوڙ، چغلخوري ۽ باطل ڪلمات کان خالي نه آهي. اگر زبان خاموش آهي ته دل ذڪر الله کان غافل آهي، ذهن باطل بيجا خيالن جي آماجگاه آهي.

جڏهن ته مرشد مربّي غوث الاعظم قلبي و روحي فداه نوّر الله مرقدهم لب ڪشائي فرمائي ته زبان، ترجمان حق عزّ و جلّ بنجي ڪري، معرفت ۽ حقيقت جي پنهان رازن کي آشڪار ڪيو. پرسوز آواز، فضا ۾ اخلاص ۽ صداقت جي خوشبوءِ پکيڙي، دردمند دل جي آه، عشق الم جا ساز ڇيڙيا. اهل وجد بي قرار ٿي، مرغ بسمل جيان ڦٿڪڻ لڳا. اهل ذڪر دنيا وما فيها کان بي خبر ٿي، حضور ۽ شهود خاص سان مشرّف ٿيا. عجب سمان ڇانئجي ويو، عاشقن جي آهن ۽ دانهن فضا کي سوگوار بنائي ڇڏيو. مرده دلون زنده ٿيون ۽ غافل شاغل بنجي ويا.

خدا جانے، اس آه سوں کیا آگ بھری ہوگی۔

وري جڏهن منهنجي محبوب **سڪوت** فرمايو، هر شيء رُڪجي ويئي، فضا سنجيده ٿي ويئي، عاشقن صادقن ديد سان ديد ملائي، پنهنجي دلين کي سيراب ڪيو. 'نظرهٔ شفاهٔ' جي مصداق بيمار دلين شفا پاتي.

اے تيری آواز آواز خدا، اور خاموشی تری راز خدا۔

وڏا **خوش نصيب** آهن آهي فرد جن کي آهي محفلون نصيب ٿيون، جن کي منهنجي محبوب مرشد حضرت غوث الاعظم نوّرالله مرقدهم جي زيارت باسعادت حاصل ٿي.

سندن جا هرهڪ تي بيشمار **احسان** مگر هن بي فرمان، نادان، نااهل تي بيشمار مهربانيون، ڪروڙين ڪرمنوازيون آهن.

من آن خاڪم ڪه ابر نوبهاري، ڪند از لطف بر من قطره باري،
اگـر بر رويد از تن صد زبانم، چون سبزه شڪر ڪے توانم

ولے چون شه مرا برداشت از خـاڪ،
سـزد گر بگـذرانـم سَر از افلاڪ.

محترم و مڪرم مولوي **فتح محمد** صاحب هن عاجز تي ڇا، پر منهنجي مرشد مربي نوّرالله مرقدهم جي جميع عاشقن صادقن تي هي احسان عظيم فرمايو آهي جو، منهنجي مرشد مربي نوّرالله مرقدهم جي **حالات زندگي** کي جمع ڪيو آهي. پنهنجي شب و روز هر صلاحيت بلڪ پوري زندگيءَ کي، منهنجي مرشد مربي نوّرالله مرقدهم جي ذات واسطي وقف نه، بلڪ قربان ڪري ڇڏيو آهي.

ڪنديءَ اُپوءِ ڪميرن، ساهڙ ساهڙ ڪن،
ڪنهن سانگو ساهه جو، ڪي ڳهور ڪيو ڳهڻن،
پر ساهڙ سندو تن، جنهين ناهي سانگو ساهه جو.
(شاهه)

حضرت مولوي فتح محمد صاحب عشق مرشد ڪامل، اخلاص ۽ وفا جي ميدان جو فاتح آهي. الله سائين ڪيس استقامت بخشي ۽ اسان کي سندس مساعي جميلا مان مستفيد فرمائي - آمين.

**التماس در بارگاهه خداوندي:**

هم تمهاري دوستي ميں، جان اپني دے چکے،
تو همارا هو نه هو، هم تمهارے هو چکے.

والسلام

راشي فقير محمد طاهر بخشي نقشبندي



بسم الله الرحمٰن الرحيم

# مقدمه

## اخلاق ۽ آداب

غلط کہتے ہیں پھیلا دین احمد، تیغ و خنجر سے،
ہوا مقبول عام اسلام، اخلاقِ پیمبر سے۔

حضور اڪرم ﷺ فرمائين ٿا ته: "مون کي دنيا اندر ادب ۽ اخلاق سيکارڻ لاءِ ڪري موڪليو ويو آهي."

الله تعاليٰ پنهنجي حبيب ﷺ جن جي اخلاق جي تصديق ڪري رهيو آهي ته: "اي منهنجا محبوب! بيشڪ اوهان اعليٰ اخلاق وارا آهيو."

ساڳئي وقت الله تعاليٰ پنهنجن ٻانهن کي به هن طرح هدايت ڪئي ته: "بيشڪ منهنجي محبوب جي زندگي، اوهان جي واسطي هڪ بهترين عملي نمونو آهي."

محمد مصطفيٰ ﷺ جي زندگي، درسِ حيات آهي،
سچي مومن لاءِ بيشڪ سا، فقط راهِ نجات آهي.

## مومن جي زندگي

هڪ مومن جي زندگي هن نموني هئڻ گهرجي، جو هن ۾ خدا ترسي، حق شناسي ۽ راست بازي هجي. هو دنيا اندر، هيءُ سمجهي رهي ته سڀ شيءِ جو مالڪ خالق هڪ خدا آهي. آءٌ ڪنهن به شيءِ، تانجو پنهنجي جسم ۽ جسماني قوتن جو به، مالڪ نه آهيان. هي سڀ ڪجهه خدا جي ڏنل امانت آهي ۽ ان امانت اندر جيڪي ڪجهه مون کي تصرف ڪرڻ جو اختيار ڏنو ويو آهي، ان کي خدا جي خوشنودي ۽ مرضيءَ مطابق استعمال ڪرڻو آهي، جيئن ارشاد باري تعالى آهي: ”چؤ ته بيشڪ منهنجي نماز ۽ منهنجي قرباني ۽ منهنجو مرڻ خدا لاءِ آهي، جيڪو جهانن جو پروردگار آهي.“

هڪ ڏينهن مون کان خدا پنهنجي امانت واپس وٺندو ۽ ان وقت مون کي هڪ هڪ شيءِ جو حساب ڪتاب ڏيڻو پوندو، تنهنڪري هي هر شخص جو حق ادا ڪندو، اخلاق ادب سان پيش ايندو، هر شخص جي ڀلائي ۽ بهتريءَ واسطي ڪوشش ڪندو، امانت ۾ خيانت نه ڪندو، صداقت کان منهن نه موڙيندو، واعدي کي پورو ڪندو، ڪنهن جي دل آزاري ۽ الزام تراشيءَ کان پاسو ڪندو، حسد، بغض، تڪبر ۽ ڪيني کي سيني ۾ نه سانڍيندو، هر انسان ذات جي خدمت لاءِ پاڻ کي تيار رکندو، بدگماني ۽ بي اتفاقيءَ کان پري رهندو، صالحن صادقن جي صحبت قبوليندو، ايثار، قرباني ۽ همدرديءَ کي هٿان نه ڇڏيندو، ننڍن تي رحم ۽ وڏن جي عزت ڪندو، تقوى، توڪل ۽ تواضع کي پنهنجو شيوو بڻائيندو، عفو، احسان، حلم ۽ حيا جو مجسمو هوندو، والدين، مسڪينن، محتاجن ۽ پاڙي وارن سان سهڻو سلوڪ رکندو.

پوءِ اهڙو **مومن** ڪڏهن به دنيا اندر محڪوم ۽ مغلوب ٿي نه رهندو پر هميشه **غالب** ۽ **حاڪم** ٿي گذاريندو.

جيئن ارشاد خداوندي آهي ته: "اوهان کي ڪو به ڊپ ڊاءُ خوف خطرو نه ڪيو، جيڪڏهن اوهان مومن آهيو ته اوهان ئي غالب رهندو."

**تاريخ** شاهد آهي ته جيستائين **مسلمان** حضوراڪرم ﷺ جن جي **تعليم** ۽ **طريقي** تي عمل پيرا رهيا، تيستائين انهن جي شاهي هئي. انهن نه رڳو پنهنجون پر جڳ جهان جون بگڙيل تقديرون به سنواري ڇڏيون. اهي پيرين پيادا، پٺيءَ اگهاڙا، بيٺ تي پٿر ٻڌل، بي سرو سامان مسلمان، جنهن طرف وڌيا ٿي ته ڪاميابي خودبخود اڳتي وڌي، انهن جا قدم ٿي چميا. آسمان انهن جي مٿان نور ئي نور ٿي وسايو. رحمتن جا ڀريل بادل، هميشه انهن تي برڪتن جون بوندون برسائيندا رهيا.

**آخر**، اهو سڀ **ڪجهه** ڇونه ٿئي، جڏهن خود خدا جي رضا انهن سان هيئن **ڇڪي** شامل حال ٿي هئي:

ڪي محمد ﷺ سي وفا تونے، تو هم تيرے هيں،
يہ جهاں چيز هے کيا، لوح و قلم تيرے هيں.

پر جڏهن انهن مسلمانن حضور اڪرم ﷺ جن جي **سيرت** ۽ **صورت**، **اخلاق** و **آداب**، **تعليم** ۽ **طريقي** کان منهن موڙي، غير مسلم جي هلت چلت ۽ روش اختيار ڪئي، اسلامي اخلاق ۽ عادتون ڇڏي، بدمذهبن جي **رسم** ۽ **رواج** ۾ شامل ٿي ويا ته سندن نالو هميشه لاءِ دنيا جي تختي تان ميٽجي ويو ۽ اهي غيور مسلمان، ذلت، خواري ۽

غلاميءَ جي زندگي بسر ڪرڻ لڳا. قرآن ڪريم اندر اهڙن انسانن کي گمراهه سڏيو ويو آهي، جيڪي الله ۽ ان جي رسول جي پيش ڪيل طريقي جي نافرماني ٿا ڪن. نه رڳو ايترو پر هي به وعيد آيل آهي: ”جيڪي ماڻهو رسول جي امر يعني طريقي جي مخالفت ڪن ٿا، انهن کي خوف ڪرڻ کپي ته ڪٿي مٿن ڪو ڏکوئيندڙ عذاب نازل ٿي نه پوي يا ڪنهن وڏي آزمائش ۾ مبتلا ٿي نه پون.“

اڄ، اسان تي هي جيڪي ڪجهه مصيبتون، ڏک ۽ ڏمر نازل ٿيا آهن، انهن جو سبب به اهوئي آهي جو اسان پنهنجي آقا و مولا محبوب ڪبريا ﷺ جن جي پيش ڪيل طريقي، اسلامي آداب و اخلاق ۽ تعليمات کان منهن موڙيو آهي.

ارشاد باري تعاليٰ آهي: ”اوهان کي جيڪا به مصيبت پهچي ٿي، اها اوهان جي پنهنجي هٿن جي ڪمائيءَ جو نتيجو آهي.“

ساڳئي وقت پاڻ سڳورن ﷺ جن به فرمايو آهي: ”هي اوهان جا ئي عمل آهن، جيڪي اوهان جي مٿان موٽايا وڃن ٿا.“

جب میں کہتاہوں، الٰہی صورتِ احوال دیکھ،
حکم ہوتا ہے کہ، اپنا نامۂ اعمال دیکھ۔

## نصیحت آمیزنقل

مولانا رومي رحه مثنوي شريف اندر هڪ سبق آموز نقل لکيو آهي ته ڪنهن بادشاهه جو باز ڀڄي اچي هڪ

ٻڍڙي عورت جي جهوپڙيءَ اندر پهتو. اُن ٻڍڙيءَ کئي باز کي پڪڙيو، ٽنگون کڻي نوڙيءَ سان ٻڌائينس، کنڀ ڪتري ڇڏيائينس، نهن صفا ڪپي ڇڏيائينس، کاڌ واسطي اڳيان گاهه آڻي رکيائينس. پوءِ باز کي چوڻ لڳي تہ اي سهڻا پکي! افسوس! جو نالائق مائهن تو جهڙي سهڻي پکيءَ جو قدر نہ ڪونہ سڃاتو، تنهنجا کنڀ ايترا سارا وڏي ويا آهن تہ ڪتري هلڪا نہ ڪيا آهن، تنهنجا نهن ڏڪڻ جهڙا ٿي ويا آهن تہ وڏي ننڍڙا سهڻا ڪري نہ ٻهاريا اٿن.

در حقيقت اهي نهن ۽ پر ئي هئا، جن جي ڪري سندس ايڏو قدر ۽ قيمت هوندي هئي. اهڙي طرح اسلامي اخلاق و آداب، سيرت و صورت ۽ تهذيب و تمدن ئي آهي جنهن جي ڪري ئي مسلمانن جي دنيا اندر ايڏي عزت ۽ احترام هو جو ٻيندن نالي ٻڌڻ سان قيصر و ڪسريٰ جهڙن جابر بادشاهن جون دليون بہ ڪنبي ويندڙيون هيون.

مگر افسوس! اڄ اسان جاهل ٻڍڙيءَ جي خيال مطابق پنهنجي اسلامي صورت ۽ سيرت بدلائي، ٻين بد مذهبن جي روش اختيار ڪئي آهي.

وضع ميں تم ہو نصارا، تو تمدن ميں ہنود،

يہ مسلمان ہيں! جنہيں ديکھ کے شرمائيں يہود۔

اوهان وضع قطع ۾ نصارن جهڙا تہ تهذيب و تمدن ۾ ڪافرن جهڙا، پوءِ هي بہ مسلمان آهن! جن کي ڏسڻ سان يهودي بہ لڄي پيا ٿين.

يون تو سيد بهي هو، مرزا بهي هو، افغان بهي هو؛
تم سبهي کچه، هو، بتاؤ تو مسلمان بهي هو؟

حسب نسب جي لحاظ کان اعليٰ آهيو، سيد به آهيو، مرزا به آهيو ۽ افغان به آهيو، بيشڪ اوهان سڀڪجهه آهيو، پر خدارا! اهو به ته ٻڌايو مسلمان به آهيو؟

اسان جي آقا و مولا محبوبِ ڪبريا ﷺ جن جو به ارشاد آهي ته ”اوهان دنيا جي قومن تي مال ۽ دولت ذريعي غالب پئجي نٿا سگهو، پر پنهنجي اعليٰ اخلاق ۽ ڪردار سان ئي ڪامياب ٿي سگهو ٿا.“

تاريخ شاهد آهي ته دنيا اندر اسلام جي اشاعت زور زبردستي، ڌاڪ ۽ ڌمڪاءُ سان نه ٿي، پر اهو اسان جي اسلاف جو اعليٰ اخلاق ۽ بلند ڪردار هو، جنهن ماڻهن جي پٿر دلين کي به پاڻي ڪري ڇڏيو. دنيا جا لوڀ لالچ ۽ تلوار جا وار وقتي ماڻهن جي جسمن کي ته مطيع بڻائي سگهن ٿا، مگر سندن ذهن ۽ ضمير بدلائي نٿا سگهن.

## آهي ڪو انصاف ڪندڙ؟

ڪن اندر جي انڌن، غازي محمد بن قاسم ۽ اورنگزيب عالمگير جي تلوار کي اسلام جو آڌار ۽ دين جي پرچار جو هٿيار سمجهيو آهي، ليڪن حقيقت ان جي برعڪس آهي. واقعي هڪ فاتح قوم، مفتوح قومن جي جسمن تي ته پنهنجي شمشير جي طاقت سان قبضو ڪري سگهي ٿي، پر انهن جي روحن ۽ دلين تي اقتدار حاصل ڪرڻ مشڪل ته ڇا، ناممڪن

آهي، تڏهن هي ڪروڙن جي تعداد ۾ مسلمان ڪٿان آيا؟ اهو هو انهن حق جي مجاهدن ۽ شمع رسالت جي پروانن جو حسين ڪردار ۽ اعليٰ اخلاق.

واقعي محمد بن قاسم ميدانِ جنگ ۾ دشمنن واسطي زياده سخت هو، ليڪن فتح حاصل ڪرڻ ڪانپوءِ انهن لاءِ سڀ ڪان زياده رحمدل ۽ مهربان هو. ان پنهنجي رعيت کي پوري پوري مذهبي آزادي ڏني، سندن مندرن کي ساڳي طرح قائم رهڻ ڏنو. انهن مان ڪنهن به هڪ کي هيئن نه چيو ويو ته جيڪڏهن مسلمان نه ٿيندين ته توکي هي ڪيي هيي سزا ڏبي بلڪ سندن قديم مذهبي ۽ قومي حقوق ساڳي طرح برقرار رکيا ويا ۽ خود سلطنت جي آمدنيءَ جو هڪ حصو انهن جي واسطي مخصوص ڪيو ويو.

غازي محمد بن قاسم جي انتها درجي جي فياضي ۽ رحمدلي ڏسي حجاج کي نهايت تعجب ٿيندو هو ۽ ڪيس حد کان زياده نرم سمجهي بار بار لکندو هو ته ايتري قدر نرمي چڱي نه آهي. تي سگهي ٿو ته ماڻهو ضرورت کان زياده نرميءَ کي، تنهنجي ڪمزوري خيال ڪن ۽ نئون فتنو پيدا ٿي پوي. ليڪن محمد بن قاسم رحه پڇاڙيءَ تائين پنهنجي پاليسيءَ تي پورو رهيو ۽ پنهنجي عمده اخلاق ۽ شريفانه سلوڪ سان

اهلِ سنڌ کي ايتري قدر ته پنهنجو بنائي ڇڏيو،جو اهي پنهنجي هم مذهب ۽ قديم حڪمران کان زياده ان جو دم ڀرڻ لڳا ۽ سندس جهنڊي هيٺ خوشيءَ سان پنهنجون عزيز جانيون به قربان ڪرڻ لڳا.

هائي انهن ماڻهن کي شرم و حيا اچڻ گهرجي، جيڪي اهڙي مردِ مجاهد، غازي محمد بن قاسم کي غاصب ۽ لٽيرو ٿا چون.

اگـر گيتي سـراسـر بـاد گيرد؛
چـراغِ مقبلان هـرگـز نـه ميرد.

سچو جهان مخالفت جو طوفان بڻجي وڃي، پر هي مردِ مجاهد جو روشن ڪيل ڏيئو، ”باب الاسلام“ ڪڏهن به نه وسامندو.

خورشيد نه مجرم ار ڪسي بينا نيست

انڌن جي نه ڏسڻ سان، اهو اندازو لڳائي نٿو سگهجي ته سج جي روشنائي ختم ٿي ويئي.

## اسلامي تعليم وتربيت

اسلام هڪ طرف الله جي عبادت ۽ بندگيءَ جي هدايت ڪئي آهي ته ٻئي طرف وري انسان ذات سان همدردي، چڱي برتاءَ ۽ سهڻي سلوڪ جو سبق پڻ ڏنو آهي.

ارشاد باري تعاليٰ آهي: ”پاڻ ۾ هڪ ٻئي جا مال ناجائز نموني سان هرگز نه کائو.“

اهو ئي سبب آهي جو حضور اڪرم ﷺ جن فرمائين ٿا: ”رشوت ڏيندڙ ۽ وٺندڙ ٻئي جهنمي آهن.“

ساڳئي وقت شريعت پاڪ چوري، ڦرمار، ٺڳي، فريب، خيانت ۽ وياج وغيره کي به حرام قرار ڏنو آهي،

چو ته انهن ذريعن سان، انسان کي جهڪي ڪجهه نفعو حاصل ٿئي ٿو، دراصل ٻڻ لاءِ نقصان جو باعث بنجي ٿو.

حضور اڪرم ﷺ جن فرمائين ٿا: ”ڪو به ٻانهو ايستائين مومن ٿي نٿو سگهي، جيستائين پنهنجي ڀاءُ لاءِ اها شيءِ پسند نه ڪري، جيڪا هو پنهنجي لاءِ پسند ڪري ٿو.“

شريعت پاڪ نشو، زنا وغيره کي به حرام سڏيو آهي، ڇو ته هنن عملن جي ڪري نه رڳو جاني مالي نقصان پهچي ٿو، پر اخلاق به گندا ٿين ٿا. سڄي معاشري ۾ ماحول اندر بي حيائي ۽ بد اخلاقيءَ جو ٻج پکڙجي ٿو.

حضور اڪرم ﷺ جن فرمائين ٿا: ”مسلمانُ، مسلمانَ جو ڀاءُ آهي. لهذا نه ان تي ظلم ڪرڻ گهرجي ۽ نه وري ان کي ذليل ۽ خوار ڪرڻ گهرجي.“

اهوئي سبب آهي، جو اسلام ڪل، ڇرچي، ٺوڳ ۾ ڪنهن مسلمان ڀاءُ جي بيعزتي ڪرڻ کان به منع فرمائي آهي.

ارشاد باري تعاليٰ آهي ”نه ٿي سگهي ٿو ته جنهن سان کل مسخري ڪئي وڃي ٿي، اهو انهن کان ڀلو ۽ بهتر هجي.“

ارشاد باري تعاليٰ آهي: ”۽ ڪنهن تي ٽوڪ چٿر ڪرڻ نه گهرجي“ ڇو ته ائين ڪرڻ سان به دليون ڏکوئجن ٿيون ۽ بي اتفاقيءَ جو بنياد ٿو پوي.

ارشاد باري تعاليٰ آهي: ”۽ ڪنهن کي چڙ ڏياريندڙ نالن ۽ ٻچڙن لقبن سان سڏيو نه وڃي“، توڙي جو اهو عيب ان ۾ ڇو نه هجي. جيئن ڪنهن کي انڌو، منڊو، ڪاڻو، ٽولو لنگڙو ڪوٺڻ، اها ڳالهه به دلين کي صدمو رسائي ٿي.

ارشاد باري تعاليٰ آهي: ”مومن ته اهي آهن، جيڪي اجائي سجائي ڪلام ۽ ٻچڙي گفتگو کان پاسو ڪندڙ ۽ منهن موڙيندڙ آهن.“

حضور اڪرم ﷺ جن فرمائين ٿا. "انسان جون گهڻيون خطائون هن جي زبان ۾ آهن"، تنهنڪري زبان جي شرارت کان اهوئي انسان سلامت رهي سگهندو، جيڪو هن کي شريعت پاڪ جو لغام ڏيندو.

اي زنبور اگر عسلي نه دهي، نيش مزن.

اي ڏيهيو! جيڪڏهن ماکي نٿو ڏين، ته خدارا ڏنگ ته نه هڻو. جيڪڏهن اوهان ڪنهن کي نفعو پهچائي نٿا سگهو ته ان کي نقصان ته نه پهچايو، جيڪڏهن ڪنهن کي راضي ڪري نٿا سگهو ته ان کي ناراض ته نه ڪريو، جيڪڏهن ڪنهن جي ساراهه ڪري نٿا سگهو ته خدارا! ان جي شڪايت ته نه ڪريو.

حضور اڪرم ﷺ جن پنهنجي اُمت کي گهڻي نه سهڻي تعليم ڏني آهي ته "مسلمان اهو آهي، جنهن جي هٿ ۽ زبان کان ٻيا مسلمان محفوظ رهن."

"پنهنجي مسلمان ڀاءُ جي تڪليف وقت خوش نه ٿيءُ، جيڪڏهن تون ائين ڪندين ته الله تعاليٰ ان تي رحم ڪندو ۽ توکي ان مصيبت ۾ مبتلا ڪندو."

"هڪ ٻئي سان حسد نه ڪريو، ۽ نه وري هڪ ٻئي سان بغض رکو." "اي الله جا ٻانها! ڏک ۽ رنجش جي حالت ۾ هڪٻئي کان منهن نه موڙيو، بلڪ پاڻ ۾ ڀائر ٿي رهو."

"چغلخور ڪڏهن به جنت ۾ داخل نه ٿيندو"

"غصو ايمان کي ائين ضايع ڪري ڇڏي ٿو، جيئن ايريو ماکيءَ کي خراب ڪري ڇڏيندو آهي."

"جيڪو شخص نرميءَ کان محروم رهيو، اهو هر ڀلائيءَ کان بي نصيب ٿيو."

”اهو هرگز ’مسلمان‘ ناهي، جيڪو پاڻ ته ڍؤ ڪري کائي ٿو، پر سندس پاڙي وارو بکيو آهي“

”اوهان زمين وارن تي رحم ڪيو ته آسمان وارو اوهان تي رحم ڪري.“

”هڪ نيڪ عورت پنهنجي بي رحميءَ جي ڪري جهنم ۾ ويئي، جنهن هڪ ٻلي کي بند رکيو، تانته اها ٻلي بکَ ۽ اُڃ جي ڏکَ ۾ مري ويئي.“

”هڪ بي گنهگار عورت پنهنجي رحمدليءَ جي ڪري جنت ۾ داخل ٿي، جو هن هڪ ڪتي کي اُڃ ۾ تڙپندو ڏسي، ان تي ڪهل کائي ۽ وڏي محنت سان پنهنجي ڪپڙي ذريعي کوهه مان ڪجهه پاڻي ڪڍي، اُن ڪُتي کي پياري، اُن جي جان بچائي.“

تاريخ شاهد آهي ته مصر جي گورنر حضرت عمرو بن العاص رضه جڏهن اسڪندريه جي طرف پيش قدميءَ جو ارادو ڪيو ته پنهنجي تنبوءَ کي ڊاهڻ جو حڪم ڏنو. جڏهن سپاهين تنبو پٽڻ شروع ڪيو ته اوچتو سندن نگاهه وچي خيمي اندر هڪ ڪبوتر جي آکيري تي پيئي. پاڻ فرمايائون ته ترسو! تنبو نه ڪيرايو. ڇو ته اسان جو هڪ مهمان ويٺو آهي. نه رڳو ايترو پر اسڪندريه جي فتح ڪانپوءِ اتي يادگار طور هڪ شهر تعمير ڪرايائون، جنهن جو نالو ”فسطاط“ رکيائون. فسطاط عربيءَ ۾ تنبوءَ کي چئبو آهي.

اهي به مسلمان هئا جن جي هٿن کان پکين کي به آرام ٿي مليو، مگر اڄ ته مسلمانن جي هٿن کان ’مسلمان‘ به محفوظ ناهي. مسلمان جو مال ملڪيت، عزت آبرو، ننگ ناموس به سلامت ناهي.

ڏاڍي ڏک ڪان چوڻو ٿو پوي ته: ”مسلمانان درگور، مسلماني در ڪتب.“ مسلمان ويچارا وڃي قبرن حوالي ٿيا ۽ مسلماني رڳو ڪتابن ۾ محفوظ آهي.

ره گئي رسمِ اذان، روحِ بلالي نه رهي،
فلسفه ره گيا، تلقينِ غزالي نه رهي.

”تن همه داغ داغ شد، پنبه ڪجا ڪجا نهم.“ سڄو جسم زخمي لڳو پيو آهي، ملم ڪهڙي هنڌ رکجي.

# عارفن جي نگاه

حضرت خواجه **ابوالحسن** خرقاني رحمة الله عليه، منطق جي امام شيخ **بوعلي** سينا تي هيءُ اعتراض ڪيو ته بوعليءَ کي اها خبرئي آهي ته اخلاق ڇا آهي؟ جڏهن ابن سينا هي ٻڌو ته هڪ رسالو **”فنِ اخلاق“** تي لکي ڪري، حضرت خواجه ابو الحسن خرقاني رحمة الله عليه جي خدمت ۾ پيش ڪيو. حضرت خواجه صاحب هن ڪتاب جو مطالعه فرمايو ته منهنجو اهو مطلب هرگز نه هو ته بوعلي سينا کي اخلاق جو علم ناهي، بلڪ منهنجو مقصد هي هو ته هن جو اخلاق تي عمل نه آهي.

هن وقت منهنجي هن باب لکڻ جو غرض به **”علم الاخلاق“** تي بحث ڪرڻ نه آهي، بلڪ **عملي اخلاق** جي تشويش پيدا ڪرڻي آهي ۽ پنهنجي زندگيءَ کي **”اصول اخلاق“** سان سينگارڻو ۽ سنوارڻو آهي

# ڪاميابيءَ جي ڪسوٽي

جيڪڏهن سنهنجي هن ڪوشش ۽ محنت مان ڪنهن به هڪ روح کي راحت پهتي، ڪنهن ڏکي دل مان درد ڀري دانهن نڪتي، ڪو سُتل احساس ڪَرُ موڙي اٿيو، ڪا اک الله جي خوف کان آلي ٿي پيئي، ڪنهن عشق وَاري جي اندرَ مان آهه نڪتي ته آءٌ سمجهندس ته سنهنجي ڪوشش ڪامياب ٿي.

مقامات احمديه اندر اچي ٿو ته حضرت يحيٰ عامر شيخ الانصاري رحمة الله عليه جڏهن وصال ڪري ويا ته ڪنهن خواب ۾ ڏٺو ويو ۽ کانئس پڇيو ويو ته الله تعاليٰ اوهان سان ڪهڙو سلوڪ ڪيو. پاڻ جواب ۾ چيائون ته الله تعاليٰ ناراض ٿي فرمايو ته "اي يحيٰ توکي سزا ته سخت ڏيڻي هئي، ليڪن هڪ ڏينهن تو جو سنهنجي دوستن جي تعريف ڪئي ۽ ان تعريف کي سنهنجن عاشقن ٻُڌو، پوءِ انهن جي روحن کي جا خوشي پهتي، ان جي بدلي توکي بخشيو ويو."

شيخ احمد اعرابي رحمة الله عليه فرمائين ٿا ته جيڪڏهن سؤ ڪتاب الله وارن جي تعريف ۾ لکان ته به ٿورا آهن.

مرشد ميڏا ڪعبه قبله، مرشد نور حقاني،
مرشد دا منهن ماه منور، مرشد شمع نوراني،
مرشد هي اسرار الاهي، مرشد سِر سبحاني،
مرشد رهبر راه هدايت، مرشد گنج معاني،
حمل ويکب هميشه، اوها پلپل پاڪ پهشاني.

تنهن لاءِ آءٌ اوهان جي اڳيان هڪ اهڙي بزرگ هستيءَ جو مثال پيش ڪيان ٿو، جنهن جي پوري زندگي ادب و اخلاق جو مجسمو هئي.



بسم الله الرحمٰن الرحيم

# حسين ڪردار جو ڪامل

## حضرت قبله سهڻا سائين رحمة الله عليه

حضرت شيخ جلال رحه جو قول آهي ته "جنهن کي ادب نه آهي، ان کي شريعت جي به خبر نه آهي".

مشهور محدث عبدالله بن مبارڪ رح جو قول آهي ته "خدمت جي ادب جو لحاظ رکڻ، خدمت ڪرڻ کان زياده اهم آهي".

حضرت ابوعلي دقاق رح فرمائي ٿو ته "ٻانهو عبادت ۽ اطاعت جي ذريعي جنت ۾ پهچندو آهي ۽ ادب جي ذريعي الله سان واصل ٿيندو آهي".

مطلب ته الطريقة ڪلهٗ ادبٌ طريقي جو دارو مدار ادب تي آهي.

از خدا خواهيم، توفيقِ ادب،

بي ادب محروم، ماند از لطفِ رب. (مولانا رومي رحه)

اسين الله کان ادب جي توفيق گهرون ٿا، ڇو ته بي ادب الله جي رحمت کان بي نصيب آهي.

حضرت قبله سهڻا سائين رحمة الله عليه جن جي حياتي مبارڪ جو مطالعو ڪبو ته پاڻ ادب و اخلاق جا مجسمه هئا.

(١) فقير محمود علي، بيان ٿو ڪري ته ٻاراڻپ جي زماني ۾ اسان ڇوڪرا پاڻ ۾ گڏجي، وڃي ازل شاخ ۾ وهجندا هئاسون . ڪهڙا ڇوڪرا ته ڪپڙا لاهي، اگهاڙا ئي وهجندا هئا ۽ ساڳئي وقت پاڻ ۾ برا ڀڇڙا ڀوڳ ڀرچا به ڪندا هئا. آن زماني ۾ به حضرت سهڻاسائين اسان ڪان جدا، ٻري گوڏ ٻڌي، اڪيلا ئي وهجندا هئا. ڪڏهن به ڪنهن سان نامناسب ڀوڳ ڀرچو نه ڪندا هئا ۽ نه وري ڪنهن تي ٽوڪ، ڀٽر ڪندي، ڪنهن جي دل آزاري ڪندا هئا.

(٢) حضرت قبله سڄڻ سائين جن راقم الحروف کي ٻڌايو ته پاڻ جڏهن به قضا حاجت لاءِ ويندا هئا ته لکيل پنن کان علاوه نوٽ به کيسي مان ٻاهر ڪڍي پوءِ اندر داخل ٿيندا هئا، ڇو ته انهن تي به ٽالا لکيل هوندا آهن .

هڪ ڀيري پاڻ دروازي تي پهچي، ڏٺائون ته آگر مبارڪ تي ٿورو مس جو ڇٽو لڳل آهي، پاڻ ان کي صاف ڪري بعد ۾ قضا حاجت لاءِ ويا. فرمايائون ته هن مس سان قرآن حديث ۽ ديني ڳالهيون لکجن ٿيون، تنهن لاءِ هن مس جو ادب ڪرڻ به ضروري آهي.

(٣) عبدالخالق شاه صاحب راقم الحروف کي ٻڌايو ته جڏهن حضرت قبله سهڻاسائين حج تي هليا ته وَٽَ جي لاءِ پٿر به هتان کڻي هليا ته جيئن ان پاڪ سرزمين جا پٿر به ان ڪم لاءِ استعمال نه ڪجن .

سندن هتان ئي ارادو هو ته محبوبن جي گهٽيءِ ۾ گجيءِ سان نه هلبو. مگر افسوس! گهٽين ۾ ناپاڪائيءَ جو انديشو رهيو پئي، انهيءَ ڪري متيون خيال ترڪ ڪيو ويو ڇو ته پاڪائي فرض آهي.

(٤) پاڻ بنا وضوءَ جي ڪڏهن به حضور اڪرم ﷺ جن جو اسم مبارڪ نه وٺندا هئا.

هڪ ڀيري **راقم الحروف** کي تاڪيداً فرمايائون ته اوهان ڪتاب لکڻ وقت حضور اڪرم جي نالي پٺيان ڪڏهن به صلعم نه لکجو بلڪ صلي الله عليه وسلم لکندا ڪجو. ان متعلق ڪافي وعيد پڙهايائون.

ديني ڪتاب کي هميشه ڪپڙي تي رکندا هئا، ڪڏهن به زمين يا اٺين تڏي تي نه رکيائون. ساڳئي وقت اسلامي ڪتاب يا رسالي وغيره کي هيٺو ڪرڻ يا اونڌو ڪري رکڻ پسند نه ڪندا هئا.

**راقم الحروف** کي اهو منظر اڄ به اکين اڳيان آهي جو هڪ خليفه صاحب، سندن روبرو اسلامي ڪتاب کي هيٺو ڪيو ته پاڻ ناراضگي ڏيکاريندي، کيس تنبيهه ڪيائون ته اسلامي ڪتاب جو ادب ڪندا ڪيو.

جڏهن ڪنهن تفسير جي مٿان حديث جو ڪتاب يا حديث جي مٿان ڪو فقه جو ڪتاب رکيل ڏسندا هئا ته طالبن کي نصيحت ڪندا هئا ته پهريائين قرآن شريف، تفسير، حديث، فقه ۽ پوءِ ديني ڪتاب ترتيب وار رکيا وڃن.

جنهن مصلي مبارڪ تي ڪعبة الله يا روضي مبارڪ جي تصوير هوندي هئي ته پاڻ ڪڏهن به اٿندي يا ويهندي ان تي پير نه رکيائون.

(٥) ڪڏهن به اٺين نه ٿيو جو پاڻ ڪٽ تي مٿي ويهن ۽ مريد يا ملڻ وارا هيٺ ويهن، سواءِ ڪنهن شرعي عذر جي جيئن ته پڇاڙيءَ ۾ ڪن عوارضات سبب پاڻ ڪرسيءَ تي ويهندا هئا.

ڪڏهن وڏن موقعن تي، جماعت جي گهڻي اصرار تي، ڪرسيءَ تي ويهي نون سائين کي ذڪر ڏيندا هئا ۽ تقرير فرمائيندا هئا.

جيڪڏهن اهڙن موقعن تي پيران ڪبار جو خاندان موجود هوندو هو ته پاڻ انهن لاءِ به ڪرسيون گهرائيندا هئا. خصوصاً حضرت پير قريشي رحه ۽ حضرت پير مٺا رحه جن جي خاندان ۽ سائين جيئل شاهه جي لاءِ ڪرسيون گهرايون ويندڙيون هيون.

مولانا محمد رمضان صاحب ٻڌايو ته هڪ ڀيري پاڻ تبليغ جي ارادي سان ڪراچيءَ ۾ رهيل هئا ته مولوي عبدالغفور صاحب کين ٻڌايو ته سائين! حضرت خواجه محمد باقي بالله رحه جن جي خاندان جو هڪ فرد اوهان سان ملڻ گهري ٿو. پاڻ يڪدم ڪرسيءَ تان اُٿڻ جي ڪوشش ڪيائون. عرض ڪيو ويو ته سائين جن کي ڊاڪٽرن اُٿڻ کان به منع ڪئي آهي، هي صاحب ڪار تي آيو آهي، اسين کيس هيٺ وٺي ٿا اچون. پاڻ اکين ۾ پاڻي آڻي فرمايائون ته ائين ڪيئن ٿي سگهي ٿو جو اسان جي پيران ڪبار جي خاندان جو هڪ فرد اچي ۽ آءٌ ويٺو رهان. پاڻ اهڙي حالت ۾ به ٽيڪ ڏيئي، اٿي به چار قدم پري ڪار تائين بزرگن جي استقبال لاءِ آيا.

هي بزرگ ڪراچيءَ ۾ ڪنهن ڪم سانگي آيو هو، هن ٻڌو ته طريقه نقشبنديه جو هڪ بزرگ هيت رهيل آهي، پنهنجي پٽ جي ڪري ڏاڍو پريشان هو، ان جي ڏاڙهي به ڪوڙيل هئي، سندس اصلاح لاءِ دعا جي واسطي آيو هو. پاڻ سندس حق ۾ دعا ته گهريائون ۽ پر جنهن ادب احترام، عقيدت ۽ محبت سان پيش آيا ۽ عجز و انڪساريءَ سان گفتگو ڪيائون، اهي ڳالهيون ياد ڏيون، اڄ به دوستن کي تازيون آهن.

(ب) پاڻ گفتگو دوران ننڍڙي ٻار سان به ڏوهان لفظ استعمال ڪري ڳالهائيندا هئا. ڪنهن طالب يا فقير کي گهرائڻو

هوندو هو ته فرمائيندا هئا ته فلاڻي مولوي صاحب کي سڏ ڪري اچو، حالانڪ اهو مولوي به نه هوندو هو.

راقم الحروف کي ياد آهي ته پاڻ جڏهن به ڪنهن خليفي يا عام فقير کي خط لکندا هئا ته کيس: ”بخدمت جناب مڪرمي و محترمي و عزيزي مولوي صاحب“ ڪري لکندا هئا. اڪثر دوستن ڏانهن خط جي پڇاڙيءَ ۾ پنهنجي اهل عيال خصوصاً حضرت قبله سائين صاحبزاده صاحب جي دعا لاءِ گذارش ڪندا هئا. هر خط ۾ پنهنجي نالي جي اڳيان ”لاشيءِ فقير“ لکندا هئا.

(٧) راقم الحروف کي چٽي طرح ياد آهي ته جيڪڏهن ڪو فقير، ڪا ڳالهه حضرت صاحب جن جي اڳيان بيان ڪندو هو ته پاڻ پوري خيال ۽ توجه سان ٻڌندا هئا نه رڳو ايترو پر سندس هر طرح همدردي ۽ دلجوئي ڪندا هئا. حالانڪ اها ڳالهه حضرت صاحب جن جي خدمت اندر به ٿي پيرا چئو نه ڪئي ويئي هجي، پوءِ به پاڻ کيس اهو محسوس ڪرڻ نه ڏيندا هئا ته ڪا اها ڳالهه منهنجي اڳ ۾ ٻڌل آهي.

ڳالهه ڪندڙ جيڪڏهن گفتگو دوران ڪنهن جي گلا شڪايت ڪرڻ گهرندو هو ته سندن چهري جي رونق تبديل ٿي ويندي هئي، صحبت يافته غلام سمجهي ويندو هو، جيڪڏهن اڃان به کيس سمجهه ۾ نه ايندو هو ته پاڻ فرمائيندا هئا ته زوراور ڪنهن جو نالو نه وٺ.

(٨) عبدالخالق شاه صاحب راقم الحروف کي ٻڌايو ته حضرت صاحب جن جا پرائمري دور وارا استاد تمام سادا هئا، اسان کيس سڃاڻندا نه هئاسون. هڪ دفعي پاڻ درگاه الله آباد آيا ته حضرت صاحب جن پنهنجو مصلو مبارڪ ڪيڏي، پنهنجي استاد کي وڇائي ڏنو ۽ انهن سان وڏي ادب احترام سان مليا ۽ ڪافي حال احوال ورتائون.

جڏهن پاڻ مورو شهر ۾ تبليغ لاءِ دعوت تي آيا ته اهو ساڳيو سنڌن پيڙهو استاد ميان علي بخش صاحب به کين ملڻ لاءِ آيو. کين انهن ڏينهن ۾ ڪافي تڪليف هئي، نماز به ڪرسيءَ تي ويهي پڙهندا هئا، ڇو ته ڊاڪٽرن کين ٻهڪڻ کان به منع ڪئي هئي. اهڙي حالت ۾ به پاڻ يڪدم ڪرسيءَ تان اٿي بيٺا ۽ پنهنجي استاد صاحب سان نهايت عقيدت، محبت ۽ ادب سان مليا. گهڻي دير تائين سنڌن اکيون مبارڪ پاڻيءَ سان ڀرجي آيون. پاڻ ٻي ڪرسي ڪٿي اچڻ جو امر ڪياؤن. جيستائين ڪرسي نه آئي، تيستائين پاڻ به پنهنجي استاد سان گڏ بيٺا رهيا.

هيءَ سنڌن موري ۾ آخري دعوت ۽ پنهنجي استاد سان آخري ملاقات هئي. ٿورن ڏينهن کان پوءِ حضرت صاحب جن جو وصال ٿيو ۽ بعد ۾ جلدي موري ۾ سنڌن استاد جو به وصال ٿيو.

الحمد لله! راقم الحروف کي سنڌن استاد سان ڪچهري ۽ ملاقات جو شرف حاصل ٿيو.

(٩) پاڻ عالمن سڳورن جي تمام گهڻي عزت ڪندا هئا. ڏيڍي معلي تي پنهنجي هٿن سان ساني کڻي ايندا هئا ۽ انهن جا هٿ به پاڻ ڌئاريندا هئا.

ساڳئي وقت طالبن کي به پنهنجي اولاد وانگر سمجهندا هئا، ڪڏهن ميوات ۽ پيون شيون طالبن ڏانهن موڪليندا هئا ته ڪڏهن هرهڪ طالب کي جدا جدا خرچي ڏيندا هئا. رمضان شريف اندر شربت جا شيشا ۽ ميوات جا ٽوڪرا موڪليندا هئا.

الحمد لله! راقم الحروف جو حصو به انهن ۾ هوندو هو، ڇو ته پاڻ اهڙو اطلاع اڳواٽ استادن ڏانهن ڏياري موڪليندا هئا.

اڪثر عيد جي موقعن تي پاڻ طالبن ڏانهن ڪپڙو به ڏياري موڪليندا هئا.

(۱۰) درس قرآن، درس حديث، ڪنهن بزرگ جي ملفوظات يا مڪتوبات، تان جو جيڪي تبليغي خط ايندا هئا ته پاڻ باادب ٿي، نهايت توجه ۽ خيال سان پڙهندا هئا.

پاڻ ڪڏهن به تقرير يا گفتگو دوران مرشد هاديءَ جو اسم مبارڪ نه وٺندا هئا.

حضور اڪرم ﷺ يا مرشد جي لباس جي زيارت مهل، تبرڪات کي ادب سان چمندا هئا ۽ انهن ڏانهن پٺي ڏيڻ به پسند نه ڪندا هئا.

(۱۱) سائين غلام قادر صاحب جن راقم الحروف کي ٻڌايو ته ڪوئيٽه ۾ هئاسين ته هڪ دفعي حضرت خواجه پير مٺا رحمة الله عليه جن پنهنجي نعلين مبارڪ ٻاهر موڪلي، جيڪا سائينجن جو صاحبزادو کڻي آيو ۽ چيائين ته هيءَ نعلين مبارڪ سائينجن کي ڪجهه سوڙهي آهي، تنهن لاءِ فرمايو اٿن ته خلفاء ڪرام کي چئو ته پائي ڏسن، جنهن کي پوري اچي پائي کڻي. خلفاء ڪرام سان ڪافي خاهش نعلين مبارڪ پائي ڏٺي ۽ هڪ خليفي صاحب اها نعلين ورتي. مگر قبلا سهڻا سائين جن فرمايو ته: "جنهن نعلين مبارڪ ۾ منهنجي مرشد هاديءَ هڪ دفعو پير مبارڪ وڌو آهي، مون کي ڪهڙي طاقت آهي جو آءٌ قدم جي مٿان قدم رکان.

خدا بهتر ٿو ڄاڻي ته هن معاملي اندر ڪهڙو راز رکيل هو، ڪا آزمائش هئي يا محمود ۽ اياز وارو امتحان هو.

(۱۲) حاجي مشتاق احمد صاحب سولنگي ٻڌايو ته گفتگو دوران مون ڪان ڪنهن اصحابيءَ جي باري ۾ هي الفاظ

نڪري ويا ته ڏاڍو چالاڪ هيو. بس، سندن چهري مبارڪ جو رنگ ئي بدلجي ويو. فرمايائون ته توبه ڪر، اصحابي جي شان ۾ اهي الفاظ توهين آميز آهن.

(١٢) هڪ ڀيري پاڻ درگاه فقير پور کان محرابپور وڃي رهيا هئا. حضرت صاحب جن سان پنج ڇهه غلام به گڏ هئا. لاڙڪاڻي اسٽيشن تي شيخ سائينجن لاءِ ٽفن باڪس ۾ ماني کڻي آيا. جڏهن روهڙي پليٽ فارم تي پهچڻ ٿيو ته پاڻ فرمايائون ويهو ته ماني کائون. دوستن ڪجهه مانيءَ کان لهرايو ته پاڻ فرمايائون: اوهان سفر اندر منهنجا ساٿي آهيو، اوهان جو به حق آهي. بس وڏو حلقو تيار ٿي ويو، ڇو ته ڪجهه دوست لاڙڪاڻي کان به چڙهيا هئا. حضرت صاحب جن پنهنجي هٿن سان ماني جا ڇوٽا ڪيا. راقم الحروف کي ياد آهي ته شايد هڪ هڪ ڇوٽو هر هڪ دوست کي هٿ آيو. اها به شيخن جي ماني، سا به اڪيلي سائينجن لاءِ تيار ٿيل. پاڻ سمجهو ٿا، پوءِ به سائينجن سفر جي آدابن کي بجا آندو.

هڪ دفعي حضرت صاحب جن درگاه الله آباد کان درگاه فقير پور آيا. راقم الحروف به گڏ هيو، ڏينهن ٻن ڪانپوءِ پاڻ غريب آباد تياري فرمايائون. فقيرپور مان به ڪجهه دوست گڏ هليا، انهن ۾ حضرت صاحب جن جي ڪافي قرب وارا خليفه صاحب به هيا. لاڙڪاڻي اسٽيشن تي خليفه حاجي محمد حسين شيخ، حضرت صاحب جن لاءِ ٽانگي جو انتظام ڪيو، ٻي ساري جماعت سائينجن جي پٺيان پيادل رواني ٿي. ڪجهه اڳتي هلي، پاڻ ٽانگو جهلائي پڇيائون ته فتح محمد ڪٿي آهي، بس شيخ پڇندو آيو ۽ راقم الحروف کي سائينجن وٽ وٺي آيو. پاڻ فرمايائون ته اوهان به ٽانگي تي چڙهو. سمجهه ۾ ڳالهه نه پئي اچي ته هيترا سارا مقرب پٺيان پيادل اچن ۽ راقم الحروف معتبر بنجي

ٽانگي ۾ چڙهي، ايتري ۾ پاڻ فرمايائون ته اوهان اسان جا ڳڙر
ڪان ساڻي آهيو ۽ هي دوست واٽ تي مليا آهن، تنهن لاءِ سفر
جي آدابن جو لحاظ رکندي، اوهان جو حق زياده آهي .

(١٤) پاڻ پاڙي وارن جي حقن جو زياده خيال رکندا
هئا. جيڪڏهن ڪو پاڙي وارو بيمار ٿي پوندو هو ته پاڻ پنهنجي
سر هلي وڃي، اُن کان پڇندا هئا، هر طرح جي همدردي ۽ دلجوئي
ڪندا هئا. غريب هوندو هو ته ڪيس دوا لاءِ به خرچ ڏيندا هئا.
ماڪي وغيره جي ضرورت پوندي هئي ته پاڻ پنهنجي جاءِ تان
ڪيس ڏياري موڪليندا هئا. نماز جي وقت تي سندن عزيزن کان
ان جي خيرعافيت جو پڇندا هئا ۽ سندس حق ۾ جماعت سميت دعا
گهرندا هئا. جيڪڏهن ڪو دوست پري هوندو هو۽اتي بيمار ٿي پوندو
هو ته پاڻ ڪنهن فقير کي پنهنجي طرفان طبع پُرسي ۽ لاءِ موڪليندا هئا

حضرت قبله سچل سائين جن راقم الحروف کي
ٻڏايو ته حضرت صاحب جن طاهر آباد شريف هئا، اتي خبر پهتي
ته فقير محمد حيات ڪونڌر سخت بيمار آهي. پاڻ فرمايائون ته
هي اسان جو پراڻو دوست آهي، دل گهري ٿي ته هن جي عيادت
ڪيون پر جيئن ته تبليغي ڪم آهي، نوان پراڻا دوست ايندا
رهن ٿا، سفر پري جو آهي، پوءِ به پاڻ پنهنجي لخت جگر نور نظر
کي پنهنجي طرفان سندس طبع پرستيءَ لاءِ موڪليائون .

(١٥) مولانا جان محمد صاحب ٻڏايو ته هن عاجز کي
ذاتي طور معلوم آهي ته سندن هڪ مخالف بيمار ٿي پيو، هي
عاجز به ساڻن گڏ هيو. پاڻ ان جي طبع پُرسي ڪيائون، ڪيس
زور ڏنائون ۽ پنهنجي هٿن سان اُن کي دوا پيارايائون .

دشمن سان ڀلائي ڪرڻ، انهن جي اولاد سان احسان ڪرڻ ۽ انهن جي تعظيم ڪرڻ، پس غائبانه نه انهن جي شڪايت ڪرڻ ۽ نه وري ٻڌڻ، سندن اخلاق و آداب جو اهم جزو هو.

(١٦) هڪ دفعي پاڻ حضرت پير قريشي رحمة الله عليه جن جي مزار مبارڪ تي هليا، اتي وَٽ جي خيال سان به تمام گهڻو پري نڪري ويندا هئا. جماعت کان الڳ تي رهيا ۽ جتي مبارڪ به پير ۾ نه پاتائون.

جڏهن به ڪنهن بزرگ جي مزار تي زيارت لاءِ ويندا هئا ته فرمائيندا هئا ته ڪوبه اسان جي نعلين نه کڻي ۽ نه وري اسان جي پويان هلي، اڪيلي سر باادب ختم پڙهي، واپس ورڻ وقت پٺي نه ڏيندا هئا.

(١٧) پاڻ نندي هوندي کان ئي امانت دار، صابرين ۽ واعدي وفائيءَ جا حامل هئا.

پاڻ هميشه گرميءَ جا ٽي مهينا تبليغ خاطر درگاه طاهرآباد رهندا هئا. اتي جي جماعت بوزدار فقيرن کي فرمايائون ته اوهان هت مرڪز تيار ڪيو، اسان اوهان وٽ ايندا رهنداسون. هڪ سال سندن آپريشن ٿيو، مسلسل اسپتال ۾ رهڻ ڪري ڪمزوري تمام گهڻي ٿي ويئي، ڊاڪٽرن جو خيال هو ته آرام ڪن پر پاڻ فرمايائون ته اسان جو بوزدار فقيرن سان واعدو ٿيل آهي ته ضرور ايندا سون. چنانچ ان حالت ۾ به پاڻ ڪنڌي اتي پهتاءِ حالت هيءَ هئي جو چار ماڻهو هٿن ۾ جهلي ڪين ٻاهر جماعت سان نماز لاءِ وٺي پئي آيا، بيهڻ جي به طاقت نه هئي. فرمايائون ته اسان هن حال ۾ به واعدو پورو ڪيو، هاڻي اوهان به دين ۾ استقامت ڪرڻ جو واعدو پورو ڪيو.

(١٨) سندن پوري زندگي **ايثار، قرباني، همدردي** ۽ **خدمت خلق** اندر گذري، جنهن جو هن دؤر اندر مثال ملڻ مشڪل نه چئو، ناممڪن آهي.

سندن **چام شورو** اسپتال ۾ تازو آپريشن ٿيل هو. هڪ رات اوچتو پر واري ڪمري مان روح راڙيءَ جو آواز آيو. ٿوري دير ڪانپوءِ هڪ شخص آيو ۽ چيائين ته سائين! هن وقت اسپتال ۾ ڪوبه ڊاڪٽر ڪونهي، اسان جو ماڻهو سڪرات ۾ مبتلا آهي، مهرباني ڪري سائينجن پاڻ هلي دعا گهرن ته جيئن همراهه کي ڇوٽڪارو ملي.

ان وقت ڪمري اندر مرحوم **ڊاڪٽر عبداللطيف** ۽ **راقم الحروف** موجود هئاسين. ڊاڪٽر صاحب ان شخص کي سمجهايو ته حضرت صاحب جن جو تازو آپريشن ٿيل آهي، ڊاڪٽرن کين اٿي ويهڻ جي به منع ڪئي آهي.... ايتري ۾ سائينجن فرمايو ته مونکي ٽيڪ ڏيئي اٿاريو، خبرناهي، اهو شخص ويچارو ڪيتري وقت کان تڪليف ۾ هجي.

پاڻ هڪ مسلمان ڀاءُ جي تڪليف ۽ پريشانيءَ جو وڏ ۾ وڏ فڪر ۽ احساس رکندي، پنهنجي تڪليف کي وساري ڇڏيو ۽ پنهنجي هڪ ٻانهن مرحوم عبداللطيف چنه جي ڪلهي تي ٻي ٻانهن راقم الحروف جي ڪلهي تي رکي، هلڻ شروع ڪيو.

عجيب و غريب **منظر** هيو، سندن جسم مبارڪ اندر لرزش هئي، ڪمزوريءَ سبب پيرن جون آڱريون مبارڪ زمين سان گهلبيون پيئي آيون. جڏهن ڪمري اندر پهچي ٿيو ته حالت نازڪ هئي، همراهه جي هيڏڪيءَ مٿي هيڏڪي لڳي پيئي هئي، پاڻ ٽيڪ ڏيئي ويهندي، ڏڪندڙ، هٿڙا کڻي پنج ست منٽ دعا گهري، جڏهن ڪمري تي واپس پهچي ٿيو ته، دانهون بند ٿي ويون. سمجهه ۾ ائين پئي آيو ته شايد روح وارو پڪي جسم واري پڃري مان آڏامي ويو.

ايتري ۾ اهو ساڳيو شخص پچندو آيو ۽ چيائين ته الحمدلله! الله تعاليٰ اوهان جا هٿ کڻڻ قبول فرمايا ۽ همراه هينئر نيڪ ٺاڪ آهي.

## (١٩) حضرت قبله سچڻ سائين جن راقم الحروف کي

ٻڌايو ته حضرت قبله سهڻا سائين جن ابتدا ۾ فائينل جو امتحان ڏيئي، مهيني کن لاءِ ماستري نوڪري ڪئي هئي. بعد ۾ نوڪريءَ تان استعيفا ڏيئي ڇڏيائون. اُن جو سبب هي ٻڌايائون ته استاد، شاگردن کي حد کان زياده مار ڏيندا هئا، اسان کي انهن ننڍڙن ٻارن جي مٿان رحم ايندو هو، تنهنڪري دل سهي نه سگهي ۽ نوڪريءَ تان استعيفا ڏيئي ڇڏيسين. ياد رهي ته ٻهرين پڳهار مان حضرت صاحب جن کير جي واسطي ڳئون خريد ڪئي هئي ۽ اڄاڻ تائين اُنجو نسل حضرت صاحب وٽ موجود آهي.

رَشيءِ قِلم محمد طاهر بخشي غفاري




## هجرت

حضرت پير مٺا رحمة الله عليه جن جو وصال ۸ شعبان ۱۳۸۴ هجري مطابق ۱۲ ڊسمبر ۱۹۶۴ع آچر جي رات، سواري جي سخت سرديءَ ۾ آڌيءَ رات جو ٿيو. اِنَّا لِلّٰهِ وَ اِنَّا اِلَيْهِ رَاجِعُوْن.

حضرت قبله سهڻا سائين رحمة الله تعالیٰ عليه تاريخ ۸ رمضان المبارک ۱۳۸۴هه ۾ حضرت خواجه پير مٺا رحمة الله تعالیٰ عليه جن جي وصيت ۽ فرمان مطابق تبليغ جي سفر جو ارادو فرمايو ۽ هيءُ قافلو درگاه رحمتپور شريف کان دين پور شريف پهتو، جتان تبليغ جي سفر جي تياري ٿي.

حضرت سهڻا سائين رحمة الله عليه آٺ تي سوار ٿي، درياه تي آيا ۽ ٻيڙيءَ ۾ چڙهي، درياه جي هُن پار پهتا. سندن اها عادت مبارڪ هئي، جو پاڻ ڪڏهن به اڪيلا سوار نه ٿيندا هئا، چنانچه پاڻ سان گڏ خليفه مرحوم حضرت نصيرالدين شاه صاحب کي به آٺ تي سوار ڪيائون. باوجود ان جي ڪين سکون نه آيو ۽ فرمايائون ته اهو مناسب نه

آهي جو آءٌ متي هجان ۽ منهنجا پير پاڻي هيٺ هجن، آءٌ به اوهان سان گڏ پنڌ ٿو هلان. بهرحال غلامن جي گهڻي عرض ۽ اصرار تي پاڻ سفر جاري رکيائون.

## ديدار جي دولت

سبحان الله! هي سفر به عجيب سفر هيو، ڏهن ميلن جو ڏکيو ۽ ڏکيو سفر به ڏاڍو آسان پيئي لڳو ڇو ته هن سفر ۾ ”ديدار واري دولت“ گڏ هئي. ڪراچي ۽ ٻين علائقن جي جماعت به هن قافلي ۾ شامل هئي.

حضرت مولانا ڪريم بخش صاحب جن جي رفاقت ۾ ڳوٺ چنهائي پهچڻ ٿيو. اجهان چار ميل ڪن هيا ته خليفه مرحوم ميان خير محمد ڪلهوڙو جي عرض تي چند گهوڙن لاءِ سنڌس جاءِ تي ترسڻ ٿيو ۽ جلدي سفر شروع ٿيو. اتان مرحوم ڊاڪٽر حاجي عبداللطيف چنه وٽ پهچي، جيپ ذريعي ثواب پور تياري ٿي، مولوي جان محمد صاحب جن به جيپ ۾ ساڻن گڏ هيا. هيءُ حضرت صاحب جن جو وطني علائقو هو، ان ڪري پاڻ مولوي صاحب کي ٻڌائيندا پيئي آيا ته هنن هنن ڳوٺن ۾ جماعت آهي ۽ هنن هنن ڳوٺن ۾ منهنجا مرشد مربي حضرت پير مٺا رحمة الله عليه سفر تي آيا هئا، ائين پيئي معلوم ٿيو ته ڪين اهي ڏينهن ياد پيا اچن.

ڏني ڏينهن تمام، ڪُهه جاڻان ڪهڙا پرين،
سهسين سيج آلهي، واجهائيندي روسام،
تنين سال تمام، جنين ساعت نه سهان. (شاهه)

جوش محبت ڪان سندن اکيون مبارڪ پاڻيءَ سان آليون هيون.

اڄ ٻـن اڪرين، سڄڻ پنھنجا سـاريـا،
ڳلن تان ڳوڙھن جون، ٻوندون ٻس نہ ڪن،
سندي سڪ ٻـريـن، لوڪ ڏٺي نـہ لھي.
(شاھ)

بس، محبوبن مرشدن ڪريمن جي ياد ۾ ”ثواب پور“ پهچي ٿيو.

## ثواب پورشريف

هن ڳوٺ جو اصلي نـالو ”عباس ڪونڊر“ آهي. ڪنهن وقت ۾ حضرت پير قريشي رحمة الله عليه جن تبليغ لاءِ هـن جاءِ تي آيا هئا ۽ هزارين گمراهہ انسانن جي اصلاح ڪيائون. پاڻ هن ڳوٺ جو نـالو ثواب پور ۽ پرسان هڪ ٻئي ڳوٺ مَنڊ جو نالو رحمتپور رکيائون. سنڌ، پنجاب ۽ ٻين علائقن جا طالب هت اچي فيض حاصل ڪندا هئا.

حضرت پير قريشي رحمة الله عليه جن جي جڏهن هن ڳوٺ مان روانگي ٿي تہ اتي جي ماڻهن کين وڌيڪ رهڻ لاءِ عرض ڪيو. پاڻ، حضرت پير مٺا رحمة الله عليه جن ڏانهن اشارو ڪري فرمايائون تہ هي جوان هيترِ فيض جو دڪان کوليندو. ظاهر ۾ شيشون بہ آهن پر عطر سا ڳيو آهي. هي جوان، اوهان کي پنهنجو جانشين ڏيئي وڃان ٿو.

اهڙي طرح حضرت پير مٺا رحمة الله عليه ٻئي هن ڳوٺ ۾ ڪافي وقت قيام فرمايو ۽ ڪافي انداز ۾ مرد خواهہ عورتون فيضياب ٿيا.

الغرض حضرت پير قريشي رحمة الله عليه وانگر، جڏهن حضرت پير مٺا رحمة الله عليه هتان روانا ٿيا تہ ويندي ويندي،

حضرت قبله سهڻا سائين رحمة الله عليه جن ڏانهن اشارو ڪري فرمايائون ته هي پنهنجو پيارو محبوب، اوهان ڪي عيوضي ڏيئي ٿو وڃان.

حضرت سهڻا سائين جن تقريباً ۾ يا ڏينهن هت قيام فرمايو، هزارن جي تعداد ۾ مخلوق بيعت ثاني ڪئي. مطلب ته هن علائقي جو ڪو به ماڻهو محروم نه رهيو. ڪيترن ماڻهن زمين ڏيڻ لاءِ عرض ڪيو، تقريباً ۹ هزار روپيه ۾ ۹ ايڪڙ زمين پيش ڪئي ته هت مرڪز ٺاهيو وڃي.

پاڻ فرمايائون ته اسان کي پئسن ۽ زمين جي ضرورت نه آهي، اسان اتي ٿي رهنداسون جتي الله ۽ ان جي حبيب ﷺ جن جي رضا ۽ محبوبن مرشدن جي خوشنودي هوندي. ويچارن فقيرن محبت کان ٽڪ وغيره به هنيا ۽ زمين به ڏني، پر رضا الاهي "فقير پور" جي حق ۾ هئي، جتي پهريون روحاني مرڪز جو بنياد پيو.

# همسفر سائين کي نصيحت

پاڻ فرمايائون ته اوهان اسان جا ساٿي ۽ پاڙيسري آهيو، اوهان جو اٿڻ ويهڻ ۽ گفتگو اهڙو ته پرڪشش هجي جو هتان جي دوستن جي دل کسي وٺو، ائين نه ٿئي جو هو اوهان کي ڏسي بي اعتقاد ٿي وڃن. اجائي گفتگو کان پرهيز ڪريو، هر وقت ذڪر جي طرف توجه ۽ فيض جو انتظار هجي. هت آيا آهيو ته هتان ماڻهن سان محنت ڪريو، سندن حالت جو مطالعو ڪيو ۽ ان مطابق گفتگو ڪريو ته جيئن اسان جو اچڻ ڪامياب ٿئي. سفر ۾ تڏهن صحيح رهندو ۽ گهوٽ وارن

کي به نفعو تڏهن حاصل ٿيندو، ورنه سفر جي اها سعادت ۽ برکت نه رهندي. خبردار! کوبه فقير صاحبؒ دعوت کان کنهن به قسم جو سوال نه ڪري، ايتري قدر جو لسيءَ جو به سوال نه هجي. جيڪو پيٽ جو طالب آهي، اهو ڪڏهن به خدا جو طالب ٿي نه ٿو سگهي. اسان جا مرشد مربيٰ پير مٺا رحمة الله عليه فرمائيندا هئا ته اسان سان سفر تي ڪڏ اهو هلي، جوڪو تندرست هجي، باقي بيمار ۽ ڪريءَ واري تي سفر ضروري نه آهي.

## ڳوٺ وارن کي نصيحت

پاڻ فرمايائون ته هي "غفّاري قافلو" اوهان وٽ ڪنهن چندي، اوڳڙ لاءِ نه آيو آهي، پر هن لاءِ آيو آهي ته پاڻ کي منٿ ميڙ ڪري عرض ڪيون ۽ پنهنجي اصلاح لاءِ پاڻ ۾ گڏجي صلاح مشوره ڪيون.

فرمايائون ته اوهان ڳوٺ وارا نيڪ بخت ۽ سعيد آهيو، جو اوهان مان گهڻن حضرت پير قريشي رحمة الله عليه ۽ خواجه غريب نواز پير مٺا رحمة الله عليه جن جي زيارت ڪئي آهي، اوهان کي هن نعمت جو زياده قدر ڪرڻ گهرجي. سستي، غفلت هرگز ڪرڻ نه گهرجي. اوهان اسان جا هم وطني آهيو، اوهان جو اٿڻ ويهڻ ۽ اخلاق ڪردار اهڙو هجي جو ٻين جي دل سوهي وڃو.

پاڻ مثال ڏيندي فرمايائون ته جيئن "گل" کي سنگهڻ سان خوشبوءِ ايندي آهي، اهڙي طرح اوهان جي "ذڪر"

جي گرميءَ ۾ به اهڙو اثر هجي جو چَوَنِ ته بيشڪ هي ”غفّاري“ آهن. انهن نه ٿئي جو اوهان پاڻ ۾ن جو به در بند ڪري ڇڏيو. ”اوهان سچا غفّاري، اوهان جو مرشد سهڻي نبي پاڪ ﷺ جو حقيقي جانشين“، پوءِ اوهان کي ڇا ٿيو آهي؟

جي پائين جوڳيءَ ٿيان، ته سِرَ تي سَنهڻ سيءُ،
نه ته پڇي پاسي ٿيءُ، متان لانگوٽيا به لڄائين. (شاهه)

جي پائين ته ’غفّاري‘ ٿيان، ته مرد ميدان جو ٿيءُ،
نه ته پڇي پاسي ٿيءُ، متان ’غفّاري‘ به لڄائين.

**فرمايائون** ته خبردار! معاملات جو گهڻو خيال رکو، معاملات گهڻن جائي خانا خراب ڪري ڇڏيا. هيتِ **خانواهن** ۾ هڪ اهڙو شخص به هو، جو ظاهري صورت ۾ جڻ خضر عليه السلام هو، پر معاملات ۽ بري صحبت سبب مرزائي بنجي ويو. عالم جو شيطان عالم ۽ جاهل جو شيطان جاهل هوندو آهي. شيطان فقيرن کي سڌو سنئون انهن ڪونه چوندو ته نماز نه پڙهو يا ڏاڙهي نه رکو. پر هي چورُ، معاملات جي دروازي کان داخل ٿيندو آهي، هن کان خبردار رهو. پنهنجي اولاد تي به رحم ڪريو ۽ انهن کي به نيڪ صحبت ۾ رهايو.

**پاڻ فرمايائون** ته منهنجي مرشد هاديءَ کي هر وقت اهو ئي فڪر هو ته ڪنهن به صورت ۾ هن **”غفّاري باغ“** جي چمن جي آبياري ٿئي، ڏسو ته جيئن ڪو به **”گل“** ڪومائجي نه وڃي. **خبردار!** ”متا سُستي ڪئي اٿو، اڄ به منهنجي مرشد هاديءَ جي نگاهه اوهان ڏانهن آهي. متا سست ٿيو، دنيا سان دل نه لڳايو، پيا سيڻي سبق وساري، هيءُ ئي

هڪ سبق ياد ڪريو ته اهڙا جوان به اسان ڪان جدا ٿي ويا، دنيا انهن سان به وفا نه ڪئي."

آتڻ اورانگي ويا، ڪري ڪميڻي ڪيڻ،
هاڻي گهرجي هيڻن، تہ ڏجي ٻاھ ٻنيور ڪي. (شاه)

پاڻ بار بار رُنا ٿي، سندن آهه و پڪار فقيرن جي درد کي تازو ٿي ڪيو، سندن گريه جو اثر ساري جماعت جي متان چانيل هو، خود به رُئندا رهيا ۽ ٻين کي به رئاريندا رهيا. سندن هن حالت جماعت ۾ هڪ نئون سوز و گداز پيدا ڪيو.

پاڻ جنهن به وقت پنهنجي مرشدن سڳورن جو اسم گرامي وٺندا هُيا ته زار و قطار رُئندا هُيا، سندن محنتون ۽ تڪليفون ياد ڏياري جماعت کي بيدار ۽ هوشيار ٿيڻ ڪيائون.

مراقبي دوران مرشد هاديءَ جي وڇوڙي ۽ فراق ۾، پنهنجي ناميل ڪافي، دل جي درد سان هن طرح پڙهيائون:




ٿلهه: سدا ياد پون ٿا، پلوهار عمر،
گهڙي پل نه وسرن، سي سنگهار عمر،
۱- ڏاڍي آس اندر ۾ اُڪير آهي،
ٻوٽو هتڙي ساهه، متلهير آهي،
وس ڪونه هلي، جهليو تقدير آهي،
سکهو سانگي اهندا متيءَ جي سار عمر.

٢- خوش ڪمن گذاريان هيتر ڪوئن ۾،
منهنجا مارو وسن، ٿر پوئن ۾،
وينديس جلد وري نه ٿهندس ڪوئن ۾،
پوندا نيئن ڦري ڏسي ڏوٿي ڏنار عمر.

٣- قسمت سانگين ڪان هتي وڇوڙا وڌا،
جڏا جالن مونکي ڏکيا ڏينهن ٿيا،
سورن سارڙي چڏيو، جلي جيرا ويا،
وڏي حد ڪان ويا منهنجا هن آزار عمر.

٤- اڄ ملڪ ملير مدائتا مينهن پيا،
مارو مٺم موٽيا تڏا ڏينهن ٿيا،
چيڪيا ڦٽ فراق نوان نينهن ٿيا،
ڪنهن سان درد اوريان ۽ آزار عمر.

٥- ڪيا ويڙهيچن سان جي تر سخن سچا،
سدا ياد آهن دل تان ڪين لٿا،
لاهي لوئي پنهنجي ڍڪيندس ڪين وڳا،
تنوڙي لمڙون ٿين، ڪٿي هزار عمر.

٦- رات گذري ٿي سورن ۾ سڄي،
هنجون هاري اکين جو وهو آب ڪڄي،
ڏينهن ڏکن ڏولائن ۾ آهيان ڏکي،
اکيون روز روئن زارون زار عمر.

٧- الله بخش سدايون ٿيان سانگين سان سچي،
ميلان مارن سان لڄايان نه ڪٿي،
وڃي پکن ۾ پنوهارن سان رهنديس ڪٿي،
لهندا درد دل جا ۽ غبار عمر.

پاڻ فرمايائون تہ پنهل ڪو نبي ڪونہ هو، مگر مسئيءَ آن سان اهو نينهن لاتو جو شاهہ عبداللطيف ڀٽائي رحمة الله عليه سندس عشق محبت ۽ سوز و گداز هن طرح بيان ڪيو آهي:

اڇني عزرائيل، سَڀَني جاڳائي مُسئي،
ڀيئي ڏوڙائي دليل، تہ پنهل ساڻهو موڪليو. (شاهہ)

منڪر ۽ نڪير ڪي، جڏهن ڏنائين،
اڳيان آڻي تن جي، تي پنهل پڇائين،
ادا آئاهين، ڪو ڏنو ساٿ سڄڻ جو. (شاهہ)

**نوٽ:** هن علائقي اندر ڪافي عجيب و غريب ڪرامتون ظاهر ٿيون هُيون، جن مان نموني طور، مختصر ڪرامتون هيٺ لکجن ٿيون:

## ڪرامت ١

ثواب پور ۾ پير بخش نالي هڪ فقير هو. جڏهن سندس موت ٿيو تہ گهر وارا سڀ ذڪر وارا هيا، انهن بُلند آواز الله الله جو ذڪر ڪيو. بس، الله اللّٰه جا نعرا ٻڌي ميت ۾ چُرپُر پيدا ٿي ۽ چيله جيترو مٿي اٿي اللّٰه اللّٰه ڪري چيائين تہ الله وارا ڪڏهن بہ مرندا نہ آهن. اهڙي طرح ٽي ڀيرا آن ميت ۾ چُرپُر پيدا ٿي. اڄ بہ اهي ساٿهو زنده آهن، جن پنهنجي اکين سان اهو مشاهدو ڪيو آهي.

## ڪرامت ٢

خانواهڻ شهر ۾ هڪ نيڪ عورت وير واري حالت

۾ نرس کي چيو ته وضوء ڪري نماز پڙهه، پوءِ منهنجي ويجهو اچ ۽ ساڳئي وقت ان نيڪ بيبيءَ پاڻ به اشارن سان نماز ادا ڪئي. ان ڪانپوءِ چيائين ته هن وقت منهنجو موت قريب آهي، مونکي جلدي جاءِ مان ٻاهر ڪيو؛ ڇو ته دروازو سوڙهو آهي، متان جنازي نڪرڻ ۾ اوهان کي تڪليف ٿئي. چنانچ ائين ڪيو ويو ۽ اها عورت الله الله ڪندي فوت ٿي ويئي ۽ مرڻ ڪانپوءِ به سندس دل هلندي رهي، جيڪا اتي ڪافي عورتن پنهنجي اکين سان ڏٺي.

## ڪرامت ۳

هن علائقي ۾ هڪ فقير جو موت هن نموني ٿيو جو مرڻ وقت دعا گهريائين: ”رَبَّنَآ اٰتِنَا فِي الدُّنْيَا حَسَنَةً“. بس ائين چوڻ سان سندس روح پرواز ٿي ويو. اوچتو ڇت مان آواز آيو: ”وَفِي الْاٰخِرَةِ حَسَنَةً“. سبحان الله! ذڪر وارن جو موت به عجيب نموني ٿئي ٿو.

## ڪرامت ۴

هن علائقي ”خالصو“ ڳوٺ جو فقير ميان صاحبڏنو جنهن حيدرآباد ۾ فوت ٿي ويو. مرڻ کان اڳ فجر نماز وقت چيائين ته آءٌ نماز ٿو پڙهان، ائين چئي اشارن تي نماز پڙهڻ شروع ڪيائين. جڏهن ”سمع الله لمن حمده“ تي پهتو ته سندس روح وارو پکي، جسم جي پڃري مان پرواز ڪري چڪو هو. اِنَّا لِلّٰهِ وَاِنَّآ اِلَيْهِ رَاجِعُوْنَ ٥

# ڦريون اجتماع

ستاويهن رمضان المبارڪ جي وبجهي هئي، ان ڪري واپس "دين پور شريف" سفر جي تياري ٿي، ساڳئي نموني درياه تي پهچڻ ٿيو ۽ درياه کان پوءِ "دين پور" پهچڻ تي، رحمتپوري مهاجر ۽ ٻيا فقير استقبال لاءِ اڳيان آيا.

ڪيچان آيو قافلو، سات ڏٺي سرواڻ،
وارَ وڃي واڳون ڪيان، پوان هوندَ پلاڻ،
جهڙو ڀنهل پاڻ، تهڙي سِڻا سات جي. (شاه)

پاڻ پنهنجي پير پائين، مرشد مربئي جي پاڙيسرين سان پاڪر پاڻي مليا ۽ زارو قطار روئڻ لڳا. حضرت پير مٺا رحمة الله عليه جن جي وصال کانپوءِ "دين پور" ۾ ستاويهين شريف جو هيءُ ڦريون موقعو ۽ اجتماع هيو.

سفر جي دقت ۽ تڪليف جي باوجود، دور دراز کان سوَن جي تعداد ۾، جماعت اجتماع ۾ شامل ٿي. خود انان جا رهواسي، جوش، جذبي ۽ محبت ۾ مست هيا. بس، عجيب و غريب منظر هيو.

مرحوم قاضي نصيرالدين صاحب اجتماع کي خطاب ڪيو، نهايت مؤثر طريقي سان بيعت ثاني، صحبت ۽ محبت متعلق تقرير ڪئي. هن اجتماع ۾ ڪيترا اهڙا ماڻهو به آيا هئا، جن چيو ته حضرت پير مٺا رحمة الله عليه جن اسان کي خواب اندر، زيارت ذريعي فرمان ڪيو آهي ته اوهان جلدي "سهڻاسائين" جن جي صحبت ۾ پهچو.

نوٽ: دين پور شريف کان پوءِ سنڌ ۾ روحاني تبليغي مرڪز فقيرپور شريف ٿيو، جنهن جو احوال "سوانح حيات" جي ٻئين حصي ۾ اچي چڪو آهي.

# ڇهريون تبليغي سفر

مرحوم مولوي محمد ابراهيم صاحب (واڇوڙو) ۾ ڪن بين فقيرن تبليغ واسطي دعوت عرض رکي. انهيءَ ڪري جامع پروگرام ٺاهي، شوال مهيني ۾ مولوي نثار احمد صاحب جن جي ”ڪوٽ عالماڻين“ کان سفر جو آغاز ڪيو ويو.

راڌڻ کان ريل رستي ٻاپهر، لهي اتان ٽانگي ۾ چڙهي عالماڻي پهچڻ ٿيو. ڪافي ماڻهو استقبال لاءِ موجود هئا. جماعت وڏي محبت سان ملي ۽ رات جو وعظ نصيحت ٿي. مرحوم مولوي فضل محمد صاحب جن هن علائقي جا خليفه هئا، انهن نهايت پُراثر تقرير ڪئي، صبح جو نوان خواه پراڻا سڀ ماڻهو بيعت ٿيا.

ان موقعي تي سنڌ جو مشهور عالمِ دين حضرت مولانا محمد صالح صاحب آڪاڻين وارو به موجود هيو، جنهن صبح جو تقرير ۾ فرمايو ته آءٌ سائين جن کي چڱي طرح سڃاڻان ٿو، ۽ صحيح معنيٰ ۾ حضرت قبلهٔ خواجهٔ غريب نواز پير مٺا رحمة الله عليه جن جا جانشين ۽ ڪامل ولي آهن. انهن جي صحبت با برڪت ۾ به ساڳيو اثر آهي. الحمد لله! ان ڳوٺ ۾ به گهڻو فائدو ٿيو.

پروگرام مطابق ”ڪاراڻي ڳوٺ“ پهچڻ ٿيو، اتي مرحوم مولوي محمد ابراهيم صاحب (واڇوڙو) به گڏ هيو، جنهن نهايت بهترين پُر اثر تقرير ڪئي، سنڌس آواز تي ڳوٺ وارا لبيڪ چئي سڀ ذڪر ۾ داخل ٿيا.

صبح جو حلقهٔ مراقبه بعد ڳوٺ ”ملاڻن“ ڏانهن محمد ابراهيم صاحب جن جي دعوت تي پهچڻ ٿيو، اتي به حسبِ معمول تقرير

وغيره تي. صاحبِ دعوت عرض ڪيو ته سائين منهنجي پٽن کي نصيحت ڪيو. پاڻ انهن کي نهايت سهڻي نموني والدين جي حقن کان آگاهه ڪيو.

ٻئي ڏينهن پروگرام مطابق بيل گاڏيءَ ۾ ڳوٺ ”بوٽرو“ پهچڻ ٿيو. بوٽرو ۾ تمام گهڻي جماعت گڏ ٿي، مرد خواه عورتن ۾ ڏاڍو جوش جذبو هو، حلقه مراقبه ڪانپوءِ بيل گاڏيءَ رستي ”بوراچو“ (جتوئي جو ڳوٺ) پهچڻ ٿيو. الحمد لله! هن ڳوٺ ۾ به تمام گهڻو اثر ٿيو.

## عجيب وغريب خواب

ان بعد ڳوٺ ”ٻگ“ پهچڻ ٿيو، اتي سائين جن هڪ زميندار معزالدين جي جاه ۾ رهيا. هن زميندار ٻڌايو ته جتي سائينجن ويٺا آهن، اُن ساڳئي جاه تي چند ڏينهن اڳ مون خواب لڌو هو ته هڪ بزرگ آيو آهي، جنهن منهنجي قلب تي آڱر رکي چيو ته چئو الله الله الله مون کي ڏاڍو گرم ٿيو ۽ قلب جاري ٿيو، تنهن کان پوءِ ٿيو، تنهن سان آتش ته به دل الله الله پئي ڪري، سارو ڪمرو روشن ٿي ويو. اوهان منهنجا اڳ ۾ ڪڏهن به ڏٺل ڪونه هئا، مون اهو سمورو قصو پنهنجي هڪ عزيز وڏيري جان محمد کي ٻڌايو، جنهن چيو ته اهو حليه مبارڪ ته منهنجي مرشد هادي حضرت سهڻا سائين جن جو آهي. الحمد لله! اڄ اوهان کي روبرو ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو آهيان، چو ته خواب حقيقت ۾ تبديل ٿي چڪو آهي.

ياد رهي ته راقم الحروف پاڻ اُن زميندار سان سندس ڳوٺ ”ٻگ“ ۾ ملاقات ڪئي هئي.

”ٻگ“ ۾ به راتيون رهڻ ٿيو، عصر نماز تي ڪاڇي جي جماعت آئي ۽ پنهنجي علائقي ڏانهن تبليغ لاءِ دعوت

عرض رکي. حضرت قبله سهڻا سائين جڏهن ڪاڇي جي ڳوٺ "سر" ۾ پهتا ته ماڻهن عرض ڪيو ته سائين پرسان نصير جا پٽ سڏبا آهن، اتي بزرگن جي دعا سان برسات وسي هئي ۽ ماڻهن ڪڪون جام ڪاڏيون هيون، اڄ به اوهان دعا گهرو ته الله تعاليٰ پنهنجي مهرباني فرمائي.

پاڻ دعا گهري، سفر مختصر ڪري، جڏهن درگاهه فقيرپور شريف پهتا ته اچي برسات وسي، بچاءَ بند ۾ گهارا پئجي ويا، بگٽ ۽ آسپاس جا ماڻهو درگاهه تي آيا ۽ عرض ڪيائون ته سائين، دعا گهرو ته برسات بند ٿئي، ڪافي نقصان ٿيو آهي. پاڻ مُرڪي فرمايائون ته اوهان ۽ ڪاڇي وارا پاڻ ۾ صلاح ڪريو. ڪاڇي وارا چون ته مينهن جام وسي ۽ اوهان چئو ته برسات بند ٿئي، نقصان ٿو ٿئي. الغرض پاڻ دعا گهريائون، الله جي قدرت سان برسات بند ٿي ويئي.

بيون تبليغي سفر:

آن ڪانپوره قاضي نصيرالدين صاحب جي ڳوٺ "ٽڳا" وڃڻ ٿيو. اتي به الحمد لله! فائدو سٺو ٿيو ۽ ڪافي ماڻهو طريقه عاليه ۾ داخل ٿيا.

آن ڪانپوره فقير نوازل بروهيءَ جي ڳوٺ وڃڻ ٿيو. فقير نوازل جو ڳوٺ اسٽيشن دادو کان اولهه طرف چند ميلن تي آهي، جتي آئن جي سواري هئي. هن سفر ۾ حضرت صاحب جن جو عاشق، رٽائرڊ مختيارڪار، مرحوم عبدالڪريم منگي به گڏ هو، اتي صبح جو حلقه مراقبه ٿيو.

"فقير دلڙي" به قسمت سانگي، واٽ وينديء ملي ويو ۽ رات اتي رهي پيو. حلقه مراقبه بعد عرض ڪيائين ته قبله حال

اندر ڏسان پيو ته آسمان کان زمين تائين نور جي روشنائي، سائينجن تي وسي رهي آهي ۽ حضرت پير مٺا رحمة الله عليه، سهڻا سائينجن کي ڳلن جو هار ڪجيءَ ۾ وجهي رهيا آهن. الحمد لله! ان ڪوٽ ۾ چڱو فائدو ٿيو.

اتان گهوڙن تي چڙهي، جوهي واري روڊ تي پهتاسين، جتان لاريءَ ذريعي "جوهي" شهر ۾ اچڻ ٿيو، جتي حاجي محمد جان سان ملاقات ٿي. پروگرام مطابق جيپ ذريعي بلوچن جي ڪوٽ "رودنائي" وڃڻ ٿيو، ڪافي انداز ۾ ماڻهن ذڪر پڇيو. ان بعد دادو ۽ مرڪپور اچڻ ٿيو، اتي به سٺو فائدو ٿيو ۽ واپس درگاهه شريف تي پهچڻ ٿيو.

ياد رهي راقم الحروف به حضرت سهڻا سائين جن سان گڏ فقير نوازل بروهيءَ جي ڪوٽ ويو هو.

حضرت قبله سهڻا سائين جن ڪنڊيارو، سورو، ڪوٽ لعلو، محرابپور، علي بحر، بنگل، سوهو، برڙا، خانواهڻ، ٽنڊو الهيار، ڪراچي، حيدرآباد، لاڙڪاڻو، مديجي، شڪارپور، قصبو، چوڙ، ڪاڇي جو علائقو، سوداري، کهندي لشاري، راوت لغاري، سيهڙ ۽ ٻين اهڙن علائقن ۾ پڻ سفر ڪيو، جتي حضرت پير مٺا رحمة الله عليه جن ڪن عوارضات سبب پهچي نه سگهيا هئا. تقريباً هڪ سؤ جاين تي پهچي، جماعت کي سونهن وانگر، هڪ ئي لڙهيءَ ۾ پوئي ڇڏيو ۽ سڀني دلين کي سجاڳ ڪيو.

سفر ۾ اڪثر حضرت قبله سهڻا سائين رحمة الله عليه جن جي مٿان گريه جو ايتري قدر ته غلبو هوندو هو، جو ڪيترو وقت ته روئي آواز مبارڪ به بند ٿي ويندو هو. ان جو اثر، جماعت جي مٿان اهو پيو جو جيڪي پراڻا فقير،

حضرت پير مٺا رحمة الله عليه جن جي وصال بعد ٿڌا ۾ سست ٿي
ويا هئا، سي ٽئين سر چست ۽ بيدار ٿيا، ساڳيو وجد و حال، جوش
و جذبو ۽ ولولو انهن جي سينن ۾ موجون مارڻ لڳو. نه رڳو
مَردن جو اهو حال هو پر عورتن جي مٿان پڻ ساڳي حالت
طاري هئي.

سندن انقلابي، اصلاحي ۽ تعميري تقرير جو اهو اثر
نڪتو جو مرد، عورتون، ٻار ۽ پوڙها بي اختيار روئي عرض
ڪرڻ لڳا ته قبلا! اسان مرشدن ڪريمن جي هن محمدي باغ
جي حفاظت ۽ طريقه عاليه جي اشاعت لاءِ هر طرح حاضر آهيون
۽ هر نموني جاني، مالي قرباني ڏيڻ لاءِ تيار آهيون.

سائين جن ولوله انگيز قيادت جي ته غفاري جماعت
۾ هڪ نئون روح ڦوڪيو، بس، جيئن سفر تان واپس آيا ته..
هزارن جي تعداد ۾ سندن پروانه، ديوانه ۽ مستانه آستانه عاليه
تي اچي حاضر ٿيا.

ٻارهين شريف جي هن عظيم الشان اجتماع کي ڏسي،
هر هڪ جي زبان تي هيءُ ئي لفظ هُئا ته واهه جوانُ جو ڪمال،
جنهن هن ڏکئي وقت ۾ جماعت جي شيرازه بنديءَ جو ڪم
سِرَ تي کڻي، ٿوري وقت ۾ عظيم ڪاميابي حاصل ڪئي.

علماء، صلحاء، خلفاء ۽ ديگر حضرات سڀ اچي هن
شمع نورانيءَ تي ڪٺا ٿيا ۽ اجتماعي حيثيت سان، هن ڪشتيءَ
کي اڳتي هلائڻ لاءِ تجويزون، مشوره ۽ عملي قدم کڻڻ لاءِ
سوچ ويچار ڪيو ويو.



نه ڪتابون سي نه وعظ سي، نه زر سي پيدا،
دين هوتا هي، بزرگون ڪي نظر سي پيدا.

حضرت خواجه غريب نواز پير مٺا رحمة الله عليه جن پنهنجي حياتيءَ ۾ هيءَ وصيت فرمائي ويا ته ”آءٌ مولانا الله بخش صاحب کي پنهنجو قائم مقام مقرر ڪيان ٿو ڇو ته منهنجي غير موجودگيءَ ۾ هي صاحب هن اداري جي قائم رکڻ لاءِ سڀني خلفاء ڪرام مان زياده لائق، صاحبِ نسبت ۽ صاحبِ ڪمالات آهي. لهذا خلفاء ڪرام سميت سموري جماعت هن صاحب جي بيعت ڪري، ڪانئن طريقه عاليه جا فيوض و برڪات حاصل ڪن. جيڪڏهن منهنجي هن مٿئين چوڻ تي عمل ڪيو ويو ته انشاء الله تعاليٰ طريقه عاليه جا فيوض و برڪات بارش وانگر وسندي ڏسندا.

”سخن مقبلان را رد نباشد“. الله تعاليٰ پنهنجي مقبول ٻانهن جي سخن کي ڪڏهن به رد نه فرمائيندو آهي.

اڄ به جيڪڏهن انصاف ۽ ايمان جي اک سان ڏسبو ته حضرت پير مٺا رحمة الله عليه جن جي مٿين پيشنگوئيءَ

کي حضرت قبله سهڻا سائين رحمة الله عليه جن پنهنجي قول، فعل ، اعليٰ اخلاق ۽ حسين ڪردار ذريعي صحيح ۽ سچو ثابت ڪري ڏيکاريو آهي.

پاڻ بيعت ۽ وصال جي وچ واري ويهن سالن جي مختصر عرصي اندر طريقه عاليه جي اشاعت کي انهيءَ اوج تائين پهچايو ، جنهن جو موجوده دؤر ۾ مثال ملڻ محال آهي.

هر ڪه ڪارش از براڻي حق بود،
ڪار او پيوسته با رونق بود.

جيڪو ڪم رب جي رضا ۽ دين خاطر هوندو آهي، اهو ضرور رونق وٺندو ۽ رنگ لائيندو.

سڀ کان اول پاڻ قيادت جون واڳون سنڀاليندي، اندروني سنڌ اندر تقريباً هڪ سؤ مقامات جو ڏکيو ۽ مشڪل سفر طيءِ ڪري، مايوس ۽ پريشان حال مريدن ۽ معتقدن کي تسلي سان گڏ استقامت جو درس ڏنائون. نه رڳو ايترو پر انهن جي دلين ۾ دين جو درد، امت جو فڪر ۽ تبليغ جو اهو جذبو ۽ جنون پيدا ڪيائون جو ڪيترا تبليغي وفد ۽ مبلغ حضرات، تبليغ واسطي دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ ڏانهن روانا ٿي ويا.
پاڻ انهن جي الوداع لاءِ تقريباً فرلانگ پنڌ سائن گڏ هلياءِ ڪين ضروري هدايتون ڏيندي فرمايائون:

## مبلغ جو ذاتي ڪردار

مبلغ جي ذاتي سيرت ۽ عملي زندگي ان جي گفتگو ۾ اثر پيدا ڪندي آهي. نيڪ ۽ باعمل مبلغ حقيقت ۾ خدا جي حجت ۽ ان جي نشانين مان هڪ نشاني آهي.

لالچي خود غرض انسان ڪڏهن به ميدانِ تبليغ جو مرد بڻجي نٿو سگهي. جڏهن طمع لالچ ان جي اندر ۾ پيدا ٿي پئي ته يقيناً ان جو محتاج ٿيڻو پوندو ۽ محتاج انسان ڪمزور هوندو آهي. تنهڪري ان ۾ تبليغ ڪرڻ ۽ حق چوڻ جي جرئت پيدا ٿي نه سگهندي ۽ نه وري عوام جي مٿان پنهنجو اثر قائم ڪري سگهندو.

پاڻ سان گڏ اهڙا ديني ڪتاب جن ۾ نماز، روزو، پاڪائي، پليدي جا ضروري مسئلا، اٿڻ ويهڻ، کائڻ پيئڻ جون مسنون دعائون، اصحابن سڳورن ۽ الله وارن جا اهي واقعات ۽ حالات جن ۾ خدا جو خوف، دين جو درد، شريعت پاڪ جو ذوق شوق ۽ اتباع، الله جي راهه ۾ نڪرڻ جي ضرورت ۽ فضيلت، اٿڻ ويهڻ جا آداب و اخلاق، دنيا جي محبت کان نفرت ۽ آخرت طرف رغبت، ايثار، قرباني، حقوق العباد، خدمتِ خلق جا قصا ۽ مضمون هجن.

نفس هميشه کائڻ لاءِ مٺيا لذيذ کاڌا، سمهڻ لاءِ نهايت نرم بسترا، پهرڻ لاءِ قيمتي ڪپڙا ۽ سفر لاءِ لارين گاڏين جي سواري گهرندو آهي. خاص دين جي تبليغ واسطي، الله جي رستي ۾ نڪرڻ سان نفس جي ڪافي اصلاح ٿئي ٿي، جو ته هن سفر ۾ جاني، مالي هر نموني جي قرباني ڪرڻي پوي ٿي. مثلاً ڪڏهن ڪچي پڪي ماني بنا ڀاڄيءَ جي کائڻي پوندي، ڪڏهن سمهڻ لاءِ بنا تلاءِ جي سڄي رات الله جي زمين تي گذارڻي پوندي ۽ ڪڏهن ته اتي مٿي سواري به نه ملندي، مڙوئي سامان مٿي تي رکي، پيرين پيادل سفر ڪرڻو پوندو. اهڙي وقت ۾ الله تعاليٰ صبر جي توفيق عطا فرمائي. صبر وارن لاءِ هن ٿي دنيا ۾ ڪيئي بشارتون آهن: "الله تعاليٰ صبر وارن کي دوست رکي ٿو"، "الله تعاليٰ صبر وارن سان گڏ آهي". "بلا از دوست

عطا است و از عطا ناليدن خطاست." دوست جي طرفان تڪليف جو پهچڻ مهرباني آهي ۽ مهربانيءَ تي دانهون ڪرڻ گناهه آهي.

تبليغ دوران ڪنهن سان بحث مباحثو ڪرڻ نه گهرجي. جيڪڏهن ڪو گفتگو نه مڃي ۽ انڪار ڪري ته ان کي نهايت سهڻي اخلاق سان سمجهائڻ جي ڪوشش ڪجي، خوامخواهه ضد ڪرڻ نه گهرجي. تبليغ هميشه خنده پيشاني ۽ خوش خلقيءَ سان ڪرڻ گهرجي، جيئن ڪنهن ياءُ جي دل آزاري نه ٿئي.

وصل کے اسباب پیدا ہوں، تیری تحریر سے،
دیکھ کوئی دل نہ دکھ جائے، تیری تقریر سے۔

اختلاف ۽ انتشار کان پرهيز ڪرڻ گهرجي، تقرير دوران ڪنهن تي حملو ڪرڻ نه گهرجي. هر مسلمان ياءُ جي عزت احترام ڪجي، پنهنجي پاڻ کي سڀني کان برو سمجهجي.

مبلغ لاءِ سڀ کان اول با اخلاق هئڻ ضروري آهي. دنيا جي لوڀ لالچ ۽ تلوار جا وارَ، وقتي طور ماڻهن جي جسم کي مطيع ڪري سگهن ٿا، مگر ذهن ۽ ضمير بدلائي نه ٿا سگهن. تاريخ شاهد آهي ته دنيا ۾ اسلام جي اشاعت زور زبردستي ۽ ڏاڍ ۽ ڌمڪاءَ سان نه ٿي، پر اهو اسان جي اسلاف جو اعليٰ اخلاق ۽ بلند ڪردار هو، جنهن ماڻهن جي پٿر دلين کي به پاڻي ڪري وڌو.

مبلغ هڪ انسان لاءِ آئيني وانگر آهي، جيترو هو پنهنجي پاڻ کي پاڪ ۽ صاف رکندو، اوترو ئي ماڻهو ان کان مستفيض ٿيندا.

مبلغ لاءِ ضروري آهي ته ان ۾ حد درجي جي نهٺائي، نماز ۽ نوڙت هجي. ٻين لاءِ جلاد بنجي انهن تي تنقيد جا تير اُڇلڻ نه کپن پر هڪ سچو مخلص، همدرد، مهربان دوست وانگر نهايت عجز انڪساريءَ سان انسانن جي اصلاح ڪرڻ کپي.

مبلغ جو مثال هڪ اهڙي شفيق ڊاڪٽر سان ڏيئي سگهجي ٿو جيڪو تڙپندڙ بيمارن کي ڏسي، انهن جي اصلاح ۽ علاج خاطر ڏينهن رات هڪ ڪري ڇڏي ٿو. اسان جي آڏو اسان جا لکين مسلمان جيڪي فسق و فجور، نفس شيطان جي چنبي ۾ ڦاٿل آهن، اسين انهن جي اصلاح جو پنهنجي دل ۾ درد پيدا ڪريون.

مبلغ کي گهرجي ته ان جي پوري زندگي سلف الصالحين جي طريقي مطابق هجي. ٻين جي لاءِ ان جي زندگي هڪ نمونو بنجي وڃي. ڪوبه ماڻهو ان جي زندگيءَ جي پهلوءَ تي آڱر کڻي نه سگهي، ڪيس ايتري قدر پاڪ ۽ صاف ٿي گذارڻ کپي جو ماڻهو ازخود ان جي شخصيت ۽ ڪردار جا قائل ٿي وڃن. ان ۾ عمل ۽ اطاعت جي ايڏي ته گرمي هجي جو پٿر کان پٿر انسان به پاڻي ٿي پوي.

هميشه پنج وقت نماز سواءِ سُستيءَ جي با جماعت ادا ڪري. اڌ رات جو اٿي تهجد پڙهڻ اعليٰ سعادت آهي. فرض بغير جماعت جي ادا نه ٿئي بلڪ امام سان گڏ تڪبير اوليٰ به ضايع نه ٿئي.

حضرت معاذ رضه فرمائي ٿو ته حضور اڪرم ﷺ جن مون کي يمن روانو ڪيو ۽ پاڻ مون کي سڀ کان آخرين وصيت هيءَ فرمايائون ته ماڻهن سان خوش خُلقيءَ سان پيش اچجانءِ.

تاريخ شاهد آهي ته خليفي مامون رشيد کي ڪنهن شخص نهايت سختيءَ سان نصيحت ڪئي. پاڻ ڪيس فرمايائون

نه نرميءَ سان نصيحت ڪري، الله تعاليٰ شدت کي پسند نٿو ڪري. توڪان وڏو ڪ مبلغ ۽ ناصح حضرت موسيٰ عليه السلام هو ۽ مون کان زياده برو فرعون هو جنهن خدا جي دعويٰ ڪئي هئي. جڏهن الله تعاليٰ حضرت موسيٰ عليه السلام ۽ حضرت هارون عليه السلام کي فرعون ڏانهن موڪليو ته الله تعاليٰ کين فرمايو: ”پوءِ اوهان هن سان نرميءَ سان گفتگو ڪجو، شايد هو نصيحت قبول ڪري.“ (طٰهٰ ع١)

## اميرجي زميواري

جڏهن ڪابه جماعت الله جي رستي ۾ تبليغ واسطي نڪري ته انهن کي گهرجي ته پنهنجي پاڻ مان هڪ امير چونڊين ۽ پنهنجو سمورو سفر انهيءَ امير جي ماتحت رهي پورو ڪن. حضور اڪرم ﷺ جن فرمائين ٿا ته ”جڏهن اوهان ٽي ڄڻا سفر ۾ نڪرو ته هڪ کي پنهنجو امير چونڊيو.“ حضرت فاروق اعظم رضه فرمائي ٿو ته: ”اسلام جماعت کانسواءِ ناهي ۽ جماعت امير کانسواءِ ناهي ۽ امير اطاعت کانسواءِ ناهي.“

ڪوبه دوست دل اندر امير بنجڻ جي آرزو نه رکي پر جيڪڏهن جماعت ڪنهن دوست کي خدمت ڪرڻ جو موقعو ڏيئي ته انڪار هرگز نه ڪري ڇو ته جماعت جي رضا ۾ الله ۽ ان جي حبيب ﷺ جن جي رضا آهي. ابن ماجه اندر اچي ٿو ته: ”الله تعاليٰ جو هٿ جماعت تي آهي، جيڪو جماعت کان جدا ٿيو سو جهنمي آهي.“

اميرکي گهرجي ته هر قول ۽ فعل ۾ حضور اڪرم ﷺ جن جي اطاعت ۽ اتباع ڪري. پاڻ کي سڄي قوم جو

خادم ۽ غلام سمجھي. اھا صرف زباني ڳالھ نہ ھجي بلڪ عملي نموني سان ثابت ڪري ڏيکاري. ڪوشش ڪري پنھنجو ڪم ڪار تہ پاڻ ڪري پر ٻين دوستن جي ڪم ۾ بہ مدد ڪري.

امير ڪي جيڪڏھن ڪنھن ڪم جو چوڻو ھجي تہ حڪم نہ ڪري بلڪ احسن طريقي سان ترغيب ڏيئي. دوستن جي **وقت** جو پورو **قدر** ڪري تہ جيئن جماعت جي ڪابہ گھڙي اجائي بيسود گفتگوءَ ۾ ضايع نہ ٿئي ڇو تہ جماعت جو وقت امير وٽ **امانت** ھوندو آھي. ھر حال ۾ انھن جي وقت جي حفاظت ڪندو رھي تہ جيئن سندن سمورو وقت ذڪر فڪر، دعا مناجات، خدمتِ خلق، ديني ڪتابن جي مطالع، نماز روزي ۽ پاڪائي پليديءَ جا ضروري مسئلا، ديني تعليم ڏيڻ ۾ خرچ ٿئي.

امير کي گھرجي تہ دنيا جي ظاھري زيب و زينت سان دل نہ لڳائي، اجائي ٺٽ ٺانگر کان پاسو ڪري، اٿڻ ويھڻ، کائڻ پيئڻ ۾ سادگي اختيار ڪري ۽ جماعت کي بہ سادي نموني زندگي گذارڻ جي ترغيب ڏيئي.

امير کي گھرجي تہ ھر وقت اھا ڪوشش ڪري تہ جيئن **جماعت** اندر بي اتفاقي پيدا نہ ٿئي ڇو تہ بي اتفاقيءَ سبب الله تعاليٰ جي اھا برڪت ۽ رحمت نہ ٿي رھي.

ولر ڪيو وتن، پرت نہ ڇنن پاڻ ۾،
پسو پکيئڙن، ماڻھان سيکت گھڻو. (شاھ)

## بي اتفاقي گھڻو ڪري بدگمانيءَ سبب پيدا ٿئي ٿي.

بدگمانيءَ جي ڪري دلين مان ھڪ ٻئي جي محبت نڪري ويندي آھي ۽ آھستي آھستي ھڪ ٻئي لاءِ نفرت پيدا ٿئي ٿي.

اميرُ کي گهرجي ته جيڪڏهن خدانخواسته جماعت اندر ڪو اهڙو معاملو ٿي پوي ته پنهنجي ٻنا ڪنهن دير جي انهن جي اصلاح ڪري. ارشاد باري تعاليٰ آهي: ”بيشڪ مومن ڀاڻ ۾ ڀائر آهن، پوءِ اوهان کي گهرجي ته انهن جي وچ ۾ صلح ڪرايو ۽ الله کان ڊڄندا رهو ته اوهان تي رحم ڪيو وڃي.“ (الحجرات ع ١)

اميرُ کي هيءَ ڳالهه به ذهن نشين ڪرڻ گهرجي ته هر هڪ ماڻهوءَ جي طبيعت ۾ تفاوت آهي. جيڪڏهن ڪو دوست ضدي طبيعت جو هجي ۽ معاملي کي منجهائڻ جي ڪوشش ڪري ته ان کي به احسن طريقي سان سمجهايو وڃي. امير کي اهڙن ماڻهن جي طبيعت کان مايوس ٿيڻ نه گهرجي بلڪ انهن جي اصلاح خاطر تحمل، تدبر، عفو، احسان ۽ درگذر ڪرڻ وارا واقعات ياد ڏيارڻ. ڪنهن ٻئي جي زيادتيءَ کي درگذر ڪرڻ وارو عمل الله تعاليٰ کي ڏاڍو پسند آهي. دنيا ۾ ڪنهن کي معاف ڪرڻ جو عيوضو آخرت ۾ ان جي خطائن جي معافي ملڻ جو سبب آهي.

جماعت کي به گهرجي ته هر طرح پنهنجي امير جي اطاعت ڪري. حضور اڪرم صلي الله عليه وسلم جن فرمائين ٿا ته ”پنهنجي امير جي اطاعت ڪريو، پوءِ ڀلي اهو صورت جو ڪارو حبشي ڇو نه هجي. جنهن پنهنجي امير جي اطاعت ڪئي تنهن ڄڻ الله جي رسول جي اطاعت ڪئي ۽ جنهن الله جي حبيب جي اطاعت ڪئي، تنهن ڄڻ الله جي اطاعت ڪئي.“

آخر ۾ حضرت قبله سهڻا سائين تبليغي وفد کي هن نموني دعائون ڏيندي روانو ڪيو.

الاہی تو ہو جا حامی، حامیانِ دینِ احمد ﷺ کا،
ہمیشہ خیر ہو، امت کے سارے خیرخواہوں کا۔
بہر جا کہ باشی، خدا یار تو،
محمد ﷺ ہمیشہ نگہدار تو۔

# تبليغي وفدن جي روانگي

## صوبه سنڌ

حضرت مولانا عبدالغفور مري بلوچ جي قيادت هيٺ، پندرهن ڄڻن تي مشتمل وفد، جنهن ۾ اڪثر خلفاء ڪرام هيا، درگاه فقيرپور ڪان سنڌ يونيورسٽيءَ لاءِ نڪتو.

وفد خير سان لياقت ميڊيڪل ڪاليج ڄام شورو هاسٽلن جي جامع مسجد ۾ پهتو. ڪانئي پهڻ جو سمورو پنهنجو نظام هو. وفد جا سڀ فرد باشرع، دستار بند، ڏاڙهي مبارڪ قبضي تي رکيل، نهايت نياز ۽ وقار سان هلندڙ، اهڙي نوراني جماعت کي ڏسندي، ڊاڪٽري پڙهندڙ شاگرد سون جي تعداد ۾ اچي حلقهءِ ارادت ۾ شامل ٿيا. تقرير، تبليغ، درس، تعليم، حلقهء مراقبه، پنهنجي مقرر وقت تي ٿيندو رهندو هو.

جامع مسجد جو پيش امام ڪافي متاثر ٿيو ۽ پنهنجي تقرير دوران محبت ۽ عقيدت جو اظهار ڪندو هيو نه رڳو ايترو پر اڪثر اجتماعن تي حضرت صاحب جن جي خدمت اقدس ۾ ايندو رهندو هو.

اهي نوجوان شاگرد، جيڪي اڳ اسلام کان بلڪل بي خبر ۽ ناآشنا هئا، توحيد جا منڪر ۽ مغرب جا دلداده هئا، سي پنهنجي اکين روشن ڪان توبه تائب ٿي نمازي ۽ ذاڪر بڻجي پيا.

الحمدلله! اها محنت ۽ ڪوشش اهڙي ته ڪامياب ٿي جو اڄ تائين اتي حلقه مراقبه، ذڪر اذڪار ٿيندو پيو اچي. جيڪي نوجوان ڪالهه اسلام کان باغي ۽ بيزار هئا، سي اڄ اسلام جا شيدائي ۽ پاسبان آهن. آخر اُن جنون ”روحاني طلباء جماعت“ جي تنظيم کي وجود ۾ آندو ۽ سندن عزم هي آهي.

بن کے دیوانہ، گریں گے خلق کو دیوانہ ہم،
بر سرِ منبر سنائیں گے تیرا افسانہ ہم۔

هي وفد سنڌ يونيورسٽي ڪالوني ۾ به پهتو، جتي اڪثر يونيورسٽي جا ملازم ۽ بيا اعليٰ تعليم حاصل ڪندڙ شاگرد پڻ هئا، اتي به ساڳئي نموني پُر اثر ڪم ٿيو.

ڪجهه وفد جا ساٿي، انتظامي حڪام جي صلاح ۽ اجازت سان، ”ماروي هاسٽل“ ۾ شاگردياڻين کي باپرده نصيحت ڪئي. ان جو هي اثر نڪتو جو خود اتان جي انگريزي ڊپارٽمينٽ جي هيڊ، مسز خميساڻي، حضرت قبله سهڻاسائين جن ڏانهن خط ذريعي لکيو ته الحمد لله! اوهان جي طرفان وفد پهتو، سندن نصيحت اهڙي ته پُر تاثير هئي جو ڪافي شاگردياڻيون خدا جي خوف کان روئڻ لڳيون. جيڪي اڳي متي اگهاڙيون گهمنديون هيون، سي هاڻي متو ڍڪي اچن ٿيون. ڪيتريون شاگردياڻيون نيڪ ۽ نمازي بڻجي پيون آهن. سندن هي حال ڏسي، مونکي پڪ غائبانه يقين آهي ته، اوهان صحيح معنيٰ ۾ ولي الله آهيو. منهنجي حق ۾ دعا گهرندا ۽ امتحان بعد وري به اهڙو وفد موڪليندا ته مهرباني، اسين پورو پورو تعاون ڪنداسين.

ان کانپوءِ هي وفد نور محمد هاءِ اسڪول جي هاسٽل ۾ رات ترسيو ، اتي بہ ساڳئي نموني شاگردن سان محنت ڪئي ويئي، شاگردن اندر سٺو اثر پيدا ٿيو .

صلاح مشوره بعد ٽولا ٽولا ٿي حيدرآباد جي تقريباً هر مسجد اندر محبوبن جو هيءُ پيغام پهچايو ويو، الحمد لله سٺو اثر پيدا ٿيو، هن سلسلي ۾ عمر اسلام مسجد (گاڏي کاتہ) کي مرڪزي حيثيت حاصل آهي. ساڳئي وقت اڪثر مسجدن ۾ جماعت جا پيش امام آهن ۽ اتي حلقہ مراقبہ، ذڪر فڪر ۽ ماهوار ، هفتي وار اجتماع ٿيندا رهن ٿا.

ان بعد هي وفد حيدرآباد جي مشهور علائقي "لطيف آباد" پهتو ۔ اتي تمام سٺو ڪم ٿيو، ڪيترائي ماڻهو طريقہ عاليہ ۾ داخل ٿيا ۔ سندن محبت ۽ عقيدت کي مدنظر رکندي ڪافي دفعا حضرت قبلہ سهڻا سائين اتي ايندا رهيا ۔ جماعت جي گهڻي اصرار تي پاڻ مسلسل ٻئي راتيون رهي مختلف مسجدن اندر تبليغي سلسلو جاري ساري رکندا هئا ۔ بهرڪيف جتي عياشيءَ جو اڏو ۽ بيدينيءَ جو بيابان هو ، اتي عشق محمديءَ جا ٻوٽا ڦٽڻ لڳا ۔

ان کانپوءِ هي نوراني وفد ٽنڊوڄام زرعي يونيورسٽي پهتو. اتي بہ ساڳي طرح تبليغ جو ڪم ٿيو، شهر ۽ يونيورسٽيءَ جا لاتعداد ماڻهو حلقہ ذڪر ۾ داخل ٿيا. شاگردن جي گهڻي اصرار ۽ محبت کي ڏسي ٻي رات بہ وفد اتي رهي پيو ۔ الحمدلله اڄ بہ اتان جا شاگرد حضرت صاحب جن جي صحبت بابرڪت ۾ ايندا رهن ٿا ۽ ساڳئي وقت شاگردن جي وفد سان گڏ تبليغ واسطي پنجاب، سرحد ۽ بلوچستان بہ پهتا هئا.

بهرحال هي وفد تقريباً ڏهن ڏينهن کانپوءِ واپس درگاهہ فقيرپور شريف پهتو ۔

ياد رهي ته "راقم الحروف" به وفد سان گڏ هن سعيد سفر ۾ شامل هيو.

حضرت مولانا فضل محمد صاحب بروهي، مولانا عبدالغفور صاحب، مولانا محمد ايوب صاحب چانڊيه جي قيادت هيٺ تبليغي وفد ميرپور خاص، سانگهڙ، عمرڪوٽ، ڪوڪرا پار، چور، مٺي، نئون ڪوٽ، ڏيپلو، ڇاڇرو، ڪلوئي ۽ رڻ ڪڇ، (هندوستان جي سرحد) تائين پهتو، جتي مسلمانن کان علاوه ڪافي هندو پڻ متاثر ٿيا ۽ ڪجهه دائره اسلام ۾ به داخل ٿيا.

حضرت مولانا حاجي محمد علي بوزدار، مولانا عبدالرحمان صاحب جي قيادت هيٺ تبليغي وفد بدين، تلهار، ماتلي، ٽنڊو باگو، ٽنڊو محمد خان، ڪيٽي بندر، ڪارو، ڳاڙهو، سجاول، جاتي، ميرپور بٺورو، ساڪرو، ٻهارا، تائين پهتو، سندن ڪوشش ۽ محنت جو نتيجو اهو نڪتو جو اتي ڪافي تبليغي مرڪز ۽ ڪي ديني مدرسه به قائم ٿيا. اڄ ڏينهن تائين اتي ڪن جاين تي ماهوار اسلامي جلسا ٿيندا رهن ٿا.

حضرت مولانا عبدالسلام صاحب، مولانا فضل احمد صاحب چانڊيه، مولوي امام علي صاحب چانڊيه جي قيادت هيٺ هي وفد جوهي خيرپور ناٿن شاهه، ڪاڇو، غيبي ديره، واره، ڪنڊ ڪوٽ، سوئي گئس تائين پهتو. انهن جي محنت سان ڪافي اهڙا مخلص افراد پيدا ٿيا جن جي ڪوشش سان انهن علائقن ۾ حضرت قبله سهڻا سائين جن جو تبليغ واسطي اچڻ ٿيو.

# صوبہ سرحد

هڪ ڀيري حضرت قبله سهڻا سائين جن فرمايو ته حضرت فاروق اعظم رضہ فرمائيندا هئا ته ”اسان کي نماز ۾ به جهاد لاءِ جنگي سامان جي تياريءَ جا خيال هوندا آهن.“ پوءِ حضرت سهڻا سائين جن فرمايو ته: ”اسان جو به هي حال آهي جو نماز ۾ به اهوئي فڪر آهي ته ڪهڙي نموني تبليغ جي ڪم کي فروغ ڏجي، بس بي اختيار اهڙا خيال اچن ٿا.“

پاڻ فرمايائون ته صوبہ سرحد ۾ علماء تمام گهڻا آهن ۽ اڪثر تصوف طرف انهن جو توجہ گهٽ آهي. چند احباب اوڏانهن به تياري ڪن ۽ مخلوق کي هن روحاني فيض برڪات کان فيضياب ڪن. سندن ڪوشش سان وفد تيار ٿيو، جيڪو ملتان کان بس ذريعي علائقہ بنون پهتو.

هي علائقو صوبہ سرحد جو پهاڙي علائقہ آهي ۽ وزيرستان به هن سان لڳ آهي، جيڪو افغانستان جو سرحدي حصو آهي. مولوي محمد مشتاق صاحب جي زير قيادت، هن وفد تمام گهڻو سفر ڪيو. اتان جي عالمن سان ملاقاتون ڪري، ڪهن طريقہ عاليہ نقشبنديہ جي فيض برڪات ۽ قبله سهڻا سائين جن جي ڪمال محنت، رشد، هدايت ۽ فيض برڪات بيان ڪري ٻڌايو.

الحمدلله! اتان جي عالمن توڙي عوام الناس تمام گهڻو قدر ڪيو، خوش ٿيا ۽ حلقہ ذڪر ۾ داخل ٿيا. اڄ به اتان جا ماڻهو دربار فقير پور ۽ الله آباد ايندا رهندا آهن.

جيئن ته هي علائقو پشتو زبان وارن جو آهي، ان ڪري وفد کي تبليغ اندر ٿوري ڏکيائي محسوس پئي ٿي،

جو هي ماڻهو اردو به گهٽ پيا سمجهن. بهرحال پشتو ترجمانن ذريعي انهن ماڻهن سان محنت ٿي. بنون ۽ آسپاس وزيرستان، ڊيره اسماعيل خان، ڪوهاٽ، چارسده، زگي، پشاور، اگبت آباد ۽ ديگر علائقن ۾ تمام گهڻو ڪم ٿيو ۽ روز بروز ڪم افزون تر آهي.

ياد رهي ته شروع ۾ خليفه حاجي محمد صديق لاڪير، حضرت صاحب جن جي فرمان ۽ اجازت سان بنون پهتو هو. حاجي صاحب تمام نيڪ، بي طمع، باعمل ۽ بيباڪ، مجاهد شخص آهي، سو محبوبن مرشدن جي فيض برڪات ۽ طريقه عاليه نقشبنديه جو ٻج ڇٽي آيو ۽ ڪافي سلا به ظاهر ٿيا پر جيئن ته حاجي صاحب جي طبيعت اڪثر صحيح نه ٿي رهي، تنهن لاءِ پاڻ ان طرف اچ وڃ نه رکيائون ۽ ان پوک کي پاڻي ڏيڻ ۽ سلن جي سنڀال جو ڪم مولانا محمد مشتاق صاحب کي سونپيو ويو.

## هڪ صحافي جا تاثرات

قاري حضرت گل ايڊيٽر اخبار ترجمان الحق بنون شهر جو، جيڪو هڪ اديب، مصنف، صحافي ۽ وڏو عالم پڻ آهي ۽ ديو بند جي وڏن عالمن اڳيان شاگرد رشيد ٿي علم حاصل ڪيو آهي، ان جڏهن هيءَ جماعت ڏٺي ته مفتون ٿي پيو. تانته هڪ ٻه دفعا درگاه فقيرپور شريف به آيو. حضرت قبله سهڻا سائين جن سان ملاقات بعد اعتقاد اڃان به دوبالا ٿي ويس. چوي پيو ته الحمد لله! واقعي هت روحانيت به آهي ته حقانيت به. اسان جي ملڪ وارن کي اهڙن هستين جي سخت ضرورت آهي، انشاء الله صوبه سرحد جي علماء ۽ عوام الناس کي

هن جوان جو اطلاع ڪندس ته سنڌ ۾ اهڙي هستي ب رهي ٿي جنهن جي صحبت بابرڪت جو اهو اثر آهي جو بدڪار، نيڪوڪار ۽ بي دين، ديندار بڻجي وڃن ٿا، شرابي ۽ زاني دين جا باني بڻجي وڃن ٿا. واپس وڃڻ تي سڀني اخبار جو اڳ حضرت قبله سهڻا سائين جن جي تعارف ۾ ڇپيائين، جنهن ۾ فيض برڪات جو بيان ڪيو اٿس ۽ ساڳئي وقت علماء ڪرام کي اپيل ڪئي اٿس ته اهڙي هستيءَ جي صحبت ضروري آهي، ڇو ته موجوده ماديت واري دؤر ۾ روحانيت جي سخت ضرورت آهي. هتي ظاهري زيب وزينت ۽ نمائش نه آهي، ماڻو مٽي مان ڪڏهن ب نه نهندو، ماڻو هميشه ڪير مان تيار ٿيندو آهي.

سچائی چھپ نہیں سکتی، بناوٹ کے اصولوں سے،
کہ خوشبو آ نہیں سکتی، کبھی کاغذ کے پھولوں سے۔

اها اخبار هت درگاهه شريف تي ب ڏياري موڪلي هئائين.

## قومي سردارجا تاثرات

هن علائقه جي وزير قوم جو سردار، مولوي عبدالسلام صاحب جو والد، ان جو پڻ عجيب قصو آهي. جڏهن ڪيس ٻڌايو ويو ته سنڌ اندر ب اهڙي هستي رهي ٿي، چوڻ لڳو ته مون وٽ وڏا وڏا پير هلي ايندا آهن، اهڙا ڪمترا پير مون ڏٺا آهن، آءٌ انهن ڳالهين کي ڪونه مڃان، ان ڪري مون کي اوڏانهن وڃڻ جي ضرورت نه آهي. هي ب ڪو دنيا ڪمائڻ جو طريقو هوندو.

قسمت سانگي اهو سردار دربار فقيرپور اچي پهتو، جڏهن وضو ڪري آئيو ته اتان جي رهندڙ هڪ ننڍڙي ٻار کيس سنڌيءَ ۾ چيو ته مٽي مٽي. هي پٺاڻ ساٿهو حيران ٿي ويو

ته هي معصوم ٻار ڇوي ڇا ٿو؟ آخر هن ننڍڙي نهنگر اشارن ذريعي سمجهايس ته تنهنجي دستار اهڙي ٻڌل آهي جو مٿي جو وچ اگهاڙو آهي، نماز مڪروه، مڪروه. ٻڪدم دستار درست ڪري ٻڌائين ۽ عصر نماز کان بعد حضرت قبله سهڻا سائين جن کي عرض ڪيائين ته سائين! مون کي ڪجهه ڳالهائڻ جو موقعو ڏنو وڃي. بس اتي شرط زار و قطار رنو ۽ چيائين ته ”آءٌ ٻڍاڻ ماڻهو آهيان ۽ سا ڳئي وقت پٿر دل به اهڙو آهيان جو منهنجا ڪيترا عزيز قريب مري ويا پاڻ ته پنهنجي پيءُ جي موت تي به مون ايترو نه رنو. سبحان الله! هت هن جوان جي زيارت مون ۾ ايترو ته اثر ڪيو آهي جو پنهنجي گذريل عمر تي افسوس ٿيو آهي.

ننڍي ٻار وارو واقعو ٻڌائيندي چيائين ته هتان جا ننڍا ٻار به عالم آهن. ڪافي پير ۽ عالم مون سان ملندا آهن ۽ چندو وٺي هليا ويندا آهن پر اهڙي نوراني تعليم مون ڪٿي به نه ڏٺي. آءٌ چوندو هوس ته سنڌ جاهلن جو ملڪ آهي، پر اي سنڌي! اوهان وڏا خوش نصيب آهيو، اوهان کي مبارڪ آهي جو اهڙي هستي اوهان وٽ موجود آهي. آءٌ انشاء الله تعاليٰ پنهنجي سڄي قوم ۽ ملڪ جي ماڻهن کي هت وٺي ايندس.

اها صحيح حقيقت آهي ته هن واپس اچي پنهنجي قوم اندر تبليغ ڪئي ۽ هن جي ڪوشش سان ڪافي ماڻهو نمازي، ذاڪر ۽ تهجد گذار بڻجي پيا. سندس خاندان جا ماڻهو به هت درگاه شريف تي ايندا رهندا آهن.

## دوست ڀيران جي سڃاڻپ

”راقم الحروف“ کي ياد آهي ته هڪ پيري آن سردار جو پٽ حج تي وڃي رهيو هو، حضرت صاحب جن کان

موڪلائڻ ۽ دعا لاءِ درگاه فقيرپور آيو. پاڻ ڪيس فرمايائون ته "اوهان جڏهن مڪي معظم ۽ مديني منور پهچو ته اتي اسان جي دوستن کي السلام چئجو". هي شخص حيرت مان پڇڻ لڳو ته سائين هيڏي ساري مجموعي مان اوهان جا دوست ڪيئن سڃاڻندس. پاڻ فرمايائون ته انهن جي چهرن تي ڏاڙهي رکيل هوندي، جڏهن وضو ڪندا ته ڏندڻ ڏيئي وضو ڪندا، جڏهن نماز پڙهندا ته مٿي تي دستار ٻڌي نماز پڙهندا، اهي ئي اسان جا دوست آهن.

اهو حاجي صاحب جڏهن واپس موٽي آيو ته حضرت صاحب جن کي ٻڌايائين ته سائين واقعي انهن نوراني نشانن وارا دوست مليا، ڏاڍا خوش ٿيا ۽ هر طرح جو تعاون ڪيائون.

ياد رهي ته حضرت صاحب جن جي فرمان سان هڪ وفد حاجي احمد حسن صاحب جي قيادت ۾ سعودي عرب روانو ٿي چڪو هو ۽ ٻيا ڪافي دوست اڳي ئي اتي تبليغ جو ڪم ڪري رهيا هئا.

ان علائقي جي هڪ ماڻهوءَ جو تعارف اهان به ضروري سمجهان ٿو، جنهن جو نالو عبدالسلام وزير آهي. مذڪور بالا شخص جو فرزند آهي ۽ سنڌ ۾ به ڪافي عرصو ڪسٽم کاتي جو اعليٰ آفيسر رهي چڪو آهي. هي شخص اڳ ۾ دين کان بلڪل دور ۽ عياش هو. خود سندس بيان آهي ته آءٌ پنهنجا ڪپڙا به ان درزيءَ کان سبائيندو هوس، جنهن کان اسڪندر مرزا، سابق صدر پاڪستان سبرائيندو هو.

اڄ اهو ماڻهو منهنجي مرشد مربيءَ جي فيض برڪت سان ديندار، نيڪ نمازي، باشرع ۽ تهجد گذار آهي. آفيس اندر به اڪثر دستار ٻڌل هوندي اٿس، پري کان هرڪو ائين معلوم ڪندو ته صوبه سرحد جو ڪو علامه آهي.

سندس پنهنجو بيان آهي ته حضرت سهڻا سائين جن جي مريد تنهن ڪانپوءِ هڪ ترڪ تي چاڙهو هنيو ويو، جو ته پاڻ

ايڪسائيز انسپيڪٽر هو، اها سندس ڊيوٽي هئي. اتان غير ملڪي مال پڪڙيو ويو. ٽرڪ وارن هڪ لک روپيه رشوت جي آڇ ڪئي مگر مرشد هاديءَ جي نوري نگاهه ۽ دعا سان مون ونئڻ کان قطعي انڪار ڪيو. اهو سڀ ڪجهه الله وارن جي صحبت بابرڪت ۽ باطني توجه جو اثر آهي.

ياد رهي ته حضرت قبله سهڻا سائين جن سندن محبت ۽ عقيدت کي ڏسندي، تبليغ واسطي سفر جون تڪليفون سهي به صوبه سرحد پهتا ۽ ڪافي ڏينهن آسپاس تبليغ جو ڪم ٿيندو رهيو.

هڪ ٻيو وفد مولوي محمد رمضان صاحب پنجاب وارو، جي قيادت ۾ صوبه سرحد پهتو. هزاره، ائبٽ آباد ۽ آزاد ڪشمير تائين سفر ڪرائون. هزارن ماڻهن هن فيض مان حصو ورتو آهي ۽ وٺندا رهن ٿا.

## صوبه پنجاب

ياد رهي ته حضرت خواجه غريب نواز پير مٺا رحمة الله عليه جن جي وصال بعد ڪثير جماعت سندن حقيقي جانشين محبوب غفاري حضرت قبله سهڻا سائين جن جي هٿ مبارڪ تي بيعت ثاني ڪئي. ڪي اهڙا افراد به اجا رهيل هئا، جيڪي آهستي آهستي موٽي اچي محبوبن جي اڳيان پيش پيا. ڪن کي خواب ذريعي حضور اڪرم ﷺ طرفان اهڙا حڪم مليا ته ڪن کي وري حضرت خواجه پير مٺا رحمة الله عليه حال ۽ خواب اندر تاڪيد فرمايو ۽ اهي حضرت قبله سهڻا سائين جن جي فيض ڪمال جو ايرندڙ سج ڏسي، واپس پهچي ويا. بهرحال سموري جماعت شمع غفّاري تي پروانن جيان جمع ٿيڻ لڳي.

خليفه مولانا سردار احمد صاحب، جيڪو پنجاب اندر تبليغ جي ڪم ۾ اڳي ئي سرگرم هو، حضرت خواجه غريب نواز

پير مٺا رحمة الله عليه جي وصال بعد بيعت ثاني ڪرڻ بجاءِ خاموش رهيو ۽ غور فڪر سان حالات جو جائزو وٺندو رهيو. سندس پنهنجو بيان آهي ته ڪجهه وقت گذرڻ بعد مون کي اهي فڪر ٿيو ته سلوڪ پورو نه آهي، بيعت ثاني ضروري آهي، پر اتي دست بيعت ٿيان، جتي منهنجي محبوب غفاري ۽ وارو سڀاڳيو فيض برڪات، رنگ ڍنگ هجي. حالات معلوم ڪندو رهيس آخر چند احبابن جي صلاح مشوره سان درگاه فقيرپور پهتس. بس ۽ سيني اندر هڪ نئون ذوق شوق، برق بجليءَ جيان ڪڙڪات ڪرڻ لڳو. ساڳيو فيض، رنگ ڍنگ ڏسي دل فتويٰ ڏني ته بيشڪ هيءَ هستي ئي صحيح جانشين آهي. گهوٽ جو نقشو، جماعت جو اٿڻ ويهڻ، سڀ ڳالهيون ڏسي، اثر انداز ٿيس، بيعت قبوليم. الحمدلله! جو وري به قطار ۾ قطاريس، ٻلي ٻلي جا پاڻ آئي، سا به نه ٻلي.

چند ڏينهن قيام بعد مولوي صاحب عرض ڪيو ته سائين پنجاب جا ماڻهو اُداس آهن، انهن جي تسلي لاءِ حضرت صاحب جن اتي هلڻ ۽ پنهنجي فيض سان خدا جي مخلوق کي فيضياب ڪن.

حضرت قبله سهڻاسائين ڪجهه وقت بعد اچڻ جو واعدو ڪري في الحال حضرت مولانا عبدالرحمان صاحب کي حڪم ڪيائون ته اوهان وڃي اسان جي طرفان بيعت ڪيو.

مولانا عبدالرحمان صاحب بيان ٿو ڪري ته اجازت جو به عجيب و غريب اثر هو، اتي پهچڻ شرط پنجاب جي هر علائقي مان وفدن جا وفد پهچڻ لڳا، فيض برڪت، مهرباني اهڙي ٿي جو ڪيترن ماڻهن کي مراقبي اندر حضور اڪرم ﷺ جن جي زيارت ٿي، ڪن کي حضرت خواجه پير مٺا رحمة الله عليه جن جو ديدار ٿيو، جماعت اندر جوش جذبو بي انتها هو، بس پنجاب اندر نئون رنگ لڳي ويو.

ان بعد مولوي صاحب ۽ ديگر پنجاب جا دوست ڪافي انداز ۾ درگاه شريف تي پهتا. محبوبن جي ديدار کان مشرف ٿي وڌيڪ محبت ۾ مست ٿي ويا، ائين سلسلو هلندو رهيو. آخر پنجاب وارن تمام گهڻو اصرار ڪيو ته سفر دور دراز جو آهي، ڪيترا غريب ويچارا هيڏي پهچي نٿا سگهن، حضرت صاحب جن مهرباني ڪري پنهنجا قدم مبارڪ پنجاب اندر به گهمائين. هزارها آسائتا ارواح ديدار پُر انوار لاءِ منتظر آهن.

چنانچ انهن جي محبت ڀري منهنجي مرشد هادي ۽ دعوت قبول فرمائي ۽ تياري ڪري بنفسِ نفيس لاهور کان ٿيندا ظفروال چڪ نمبر ٥٦٢ ضلع شيخوپوره، ٻڍيڪي، سيالڪوٽ پهتا.

حضرت قبله سهڻا سائين جن جي فرمان سان ڪافي مبلغ حضرات دين جي تبليغ لاءِ پنجاب صوبي جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ پهچي ويا.

حضرت مولانا سردار احمد صاحب، حافظ حبيب الله صاحب، مولوي محمد رمضان صاحب، سائين اسماعيل شاه صاحب، مولانا انوار المصطفيٰ صاحب، مولوي رياست علي صاحب، مولوي عبدالسلام صاحب جي قيادت هيٺ هي وفد اسلام آباد، راولپنڊي، ڪوهه مري، مياوالي، سيالڪوٽ، لاهور، شيخوپوره، جهنگ، فيصل آباد، بهاولنگر، قصور، اوڪاڙه، سرگودا، شڪرڳڙهه، چڪ امرو (هندوستان جي سرحد) تائين پهتا.

انهن مبلغ حضرات جي ڪوشش سان ڪافي بي دين گمراهه قسم جا ماڻهو سڌري نيڪوڪار بڻجي پيا. ڪيترا عالم، اديب ۽ سرمايه دار پڻ سندن خلوص ۽ دين جو درد ڏسي طريقه عاليه ۾ داخل ٿيا. ساڳئي وقت مختلف ضلعن ۾ ڪيترائي تبليغي ۽ تربيتي مرڪز قائم ٿيا، جن ۾ ڪافي سال حضرت قبله سهڻا سائين جن بنفسِ نفيس تشريف فرما ٿيندا رهيا.

ڪوهمري علائقي جو هڪ پيرصاحب جيڪو قادري طريقي جو آهي، پاڻ هڪ دفعو دربار فقيرپور شريف آيو هو. عرض ڪيائين ته سائين ! جيڪي ڪجهه مون پڙهو هو، ان کان وڌيڪ اکين سان ڏٺم. بس! هاڻي منهنجي هڪ تمنا آهي، اها پوري ڪيو، هڪ پيرو اوهان منهنجي وطن هلو، پنهنجا سڀ مريد اوهان جي حوالي ڪندس. اڄ ڏينهن تائين سندس دعوت جا خط ايندا رهندا آهن.

سائين اسماعيل شاهه صاحب، جنهن کي جنن جو مرشد چوندا آهن، آن جا سون جي تعداد ۾ جن" مريد آهن. شاهه صاحب جنن ۾ به تبليغ ڪندو رهي ٿو، ڪافي سرڪش ۽ بيدين جن"، شاهه صاحب جي تبليغ کان متاثر ٿي نيڪوڪار ۽ نمازي بنجي پيا آهن. باقاعده جنن جو اجتماع ٿيندو آهي، جنهن ۾ شاهه صاحب کين ذڪر فڪر جو حلقه مراقبه ڪرائيندو آهي.

ان کان علاوه راولپنڊي ۽ ان جي آسپاس، مظفرآباد، آزاد ڪشمير تائين سندس تبليغ آهي، سندس محنت ۽ ڪوشش سان ڪافي وڏا وڏا ماڻهو، سرمايه دار، اعليٰ آفيسر ۽ فوجي آفيسر به درگاهه شريف تي حضرت صاحب جن جي صحبت بابرڪت ۾ پهتا آهن.

## صوبہ بلوچستان

هڪ دفعي حضرت قبله سهڻا سائين جن فرمايو ته بلوچستان اندر به هيءَ روحاني پيغام پهچايو وڃي. جيئن ته اتي اڪثر ماڻهو بروهي زبان ڳالهائين ٿا، ان ڪري وفد اندر به بروهي فقير زياده شامل ٿيا. خليفه مرحوم مولوي فضل محمد صاحب جي قيادت ۾ هي وفد ڪوئيٽه، مستونگ، قلات ۽

ان جي پسگردائيءَ ۾ ڪيترا ڏينهن ڪم ڪندو رهيو. الحمد لله! هزارين ماڻهو حلقهء ذڪر ۾ داخل ٿيا ۽ دربار فقيرپور شريف به پهتا.

هن سفر ۾ تڪليفون به گهڻيون آيون ڇو ته اڪثر ماڻهو خانہ بدوش، پاڻيءَ جي سهاري مال رکندا آهن. وفد کي پهاڙي پنڌ ۽ پاڻيءَ جي تڪليف باوجود، ننڍن ننڍن ڳوٺن ۾ جتي به چند ماڻهو ملن پيا، انهن سان محنت ڪمائون.

فقير محمد امين جيڪو تمام گهڻيون ٻوليون ڄاڻندو آهي، اهو به حلقهءِ ذڪر ۾ داخل ٿيو، سندس تعاون سان اتان جا غريب خواهه امير طريقهء عاليہ ۾ داخل ٿيا، خصوصي عالمن سڳورن تمام گهڻو تعاون ڪيو.

ڊاڪٽر عبدالله، جيڪو شمس آباد مستونگ جو رهاڪو آهي ۽ سندس پورو خاندان جماعت اسلاميءَ سان تعلق رکندڙ آهي، اهي به هيءَ نوراني جماعت ڏسي حلقهءِ ذڪر ۾ داخل ٿيا. هنن جي سڪ ۽ محبت کي مدِنظر رکندي، منهنجا مرشد هادي حضرت سهڻا سائين مسلسل ٽي سال بلوچستان جو مشڪل سفر ڪري، دين جي تبليغ واسطي آيا. پاڻ شمس آباد کي مرڪز بنائي آسپاس خلفاء ڪرام موڪلي اتي اجتماع رکيائون. نتيجي ۾ جن ماڻهن ڪڏهن سجدو به نه ڏنو هو، سي تهجد گذار بنجي پيا.

شهر مستونگ جي ٽيچرس ٽريننگ ڪاليج جو پرنسپال به سائڪي سان صحبت ۾ آيو ۽ روحاني رنگ ۾ رنگجي ويو. ايتري قدر ته متاثر ٿيو جو پنهنجي ڪاليج ۾ حضرت صاحب جن جي دعوت ڪيائين ۽ سڀ استاد ۽ شاگرد جمع ٿيا. منهنجي مرشد هاديءَ هڪ جامع پُرتاثير تقرير فرمائي ۽ سڀ طريقہ عاليہ جي حلقہ ذڪر ۾ داخل ٿيا.

هن علائقي اندر اهو رنگ لڳو جو جڏهن به حضرت قبله سهڻا سائين تبليغ واسطي ڪوئيٽه اسٽيشن تي لهندا هئا ته ماڻهو سون جي تعداد ۾ استقبال لاءِ گلن جا هار کڻي اچي بيهندا هئا.

شهر ڪوئيٽه جو هڪ ٺيڪيدار فراغ شاه نالي تمام گهڻو معتقد هو. پاڻ ڳالهه ٻڌائي ته شروع ۾ مون کي مالي حالتن ايترو ته مُنجهائي وڌو جو خود ڪشيءَ لاءِ تيار ٿي پيس. الحمد لله! جڏهن حضرت سهڻا سائين جن جو دست بيعت ٿيس ۽ ذڪر ڪمايم ته اها پريشاني دور ٿي وئي ۽ قلب کي سڪون حاصل ٿيو، نه رڳو ايترو پر محبوبن جي مهربانيءَ سان آءٌ هڪ ئي سال ۾ چار لک روپيه آمدني ٿي. جڏهن به حضرت صاحب جن جو ڪوئيٽه سفر ٿيندو هو ته شاه صاحب پنهنجي گاڏي ۽ سوسائٽيءَ وارو پنهنجي رهڻ وارو بنگلو حضرت صاحب جن جي حوالي ڪندو هو.

ڪول پور، مڇ ۽ ديگر علائقن ۾ پڻ مبلغ روانا ڪيا ويا جن تبليغ جو ڪم سرانجام ڏنو ۽ الحمد لله! ڪثير فائدو ٿيو.

ازانسواءِ علائقه لڪ باران ۾ حضرت صاحب جن جو هڪ خليفو مولوي محمد صاحب رهي ٿو. دريجي لڪ باران ۽ ٿڻين باران جي آسپاس باقاعده تبليغي اجتماع ۽ جلسه وغيره ٿيندا رهندا آهن. هتي گهڻي ڀاڱي گبول قوم جا ماڻهو آهن. سفر جي سخت تڪليف باوجود درگاه شريف تي ايندا رهندا آهن.

اُن قوم جا ڪي گهر الله آباد شريف ۾ سڪونت پذير آهن. ڀهاڙ جا رهندڙ ماڻهو، جڏهن منهنجي مرشد هاديءَ جي ٻاڙي ۾ رهڻ لڳا ته سائين جن جي ڪوشش ۽ محنت سان انهن جا ڪي نوجوان، فارغ التحصيل عالم آهن.

هڪ مولوي محمد قاسم صاحب جهڪو ١٩٧٠ع کان ١٩٨١ع تائين ٿر علائقي ۾ مرين بلوچن جي ڳوٺ ۾ رهيو ۽ ديني تعليم ڏيڻ سان گڏوگڏ آسپاس تبليغ به ڪندو رهيو، بنديس محنت سان ڪافي فائدو ٿيو، اڄ اهو صاحب درگاهه الله آباد شريف ۾ سڪونت پذير آهي.

ٻيو حضرت مولانا حبيب الرحمان صاحب حبيب، جيڪو هن وقت درگاهه الله آباد شريف جي مدرسي جامعه عربيه غفاريه اندر صدر مدرس، مفتي، اديب ۽ مصنف به آهي. ساڳئي وقت تمام نيڪ، مجاهد ۽ صالح شخص آهي.

"راقم الحروف" جو جهونو، مخلص، وفادار ساٿي آهي.

ٽيون مولوي محمد حسن صاحب، جيڪو ڪجهه وقت درگاهه تي رهيو، بعد ۾ دنيوي ڪم ڪار سانگي ڪراچيءَ رهي ٿو.

ڪراچيءَ کان شاهه نوراني درميان وڏندڙ جماعت لاءِ هڪ ٻيو خليفو مولوي عبدالستار صاحب تبليغ جو زور شور سان ڪم ڪري رهيو آهي.

هڪ ٻيو وفد جنهن ۾ حضرت صاحب جن جا خلفاء ڪرام مولوي محمد محسن صاحب، مولوي محمد آدم صاحب ۽ ديگر احباب لس ٻيلو، حب ندي، وڏ جو علائقو، خاران مڪران، خضدار ۽ ايران جي سرحد تائين اڪثر موٽر سائيڪلن تي سفر ڪري ڳوٺ ڳوٺ تبليغ ڪندا رهن ٿا ۽ محبوبن مرشدن جو روحاني پيغام پهچائيندا رهن ٿا.

مولوي غلام نبي صاحب، صوفي عبدالله صاحب، مولوي محمود الحسن صاحب جي قيادت هيٺ هي وفد لس ٻيلو، اٿل، ڪيچ مڪران، تربت، ڪوئيٽا، سبي، هرنائي، لورالائي تائين پهتو. الحمدلله! اڄ به انهن مان

ڪافي جاين تي حضرت صاحب جن جي حڪم سان ديني مدرسه قائم آهن ، جماعت جا ئي علماء ڪرام انهن ديني درسگاهن ۾ تبليغي خدمات سرانجام ڏيندا رهن ٿا.

# سعودي عرب

هڪ دفعي پاڻ فرمايائون ته جيڪو ماڻهو چاهي ته حضور اڪرم ﷺ جن کي راضي ڪيان ته سندن دين متين جي خدمت ڪري. اسان جي جماعت جا ڪيترا ماڻهو حج ۽ عمرہ لاء وڃن ٿا، انهن کي گهرجي ته جڏهن تياري ڪن ته اسان وٽ چند روز قيام ڪن، انهن سان هيٺيان فائدا حاصل ٿيندا :

١. اصل حج ته قلب، سچي توحيد ۽ عشق رسول الله ﷺ جو حج آهي. جڏهن اتي حضور ۾ حاضر ٿئي ته قلب غير کان خالي هجي، ان لاء الله جو ذڪر ۽ پير جي صحبت ضروري آهي، تانته اها شيء حاصل ٿئي.

٢. اڪثر ماڻهو حج تي وڃن ٿا مگر حج جي مسئلن کان بلڪل بي خبر آهن، نتيجي ۾ اهڙيون غلطيون ٿي ٿيون ٿيون جو ڪو دم لازم ايندو هوندو ته اهو بي خبري سبب ادا نه ٿيو هوندو.

اسان جو استاد حضرت مولانا رضا محمد صاحب، جيڪي زياده عرصو مڪي ۾ رهيا هيا، فرمائيندا هئا ته حج جا اهڙا ته پيچيده مسئلا آهن، جو مشڪل ڪو ماڻهو صحيح ارڪان ادا ڪندو هوندو. ان ڪري لازم آهي ته اهي مسئلا سکي، ياد ڪري پوء حج تي وڃجي. اسان جو اهو مطلب هرگز نه

آهي ته ڪو حج تي نه وڃجي. اسان پاڻ حج ادا ڪيو آهي ۽ اُٺن تاڪيد ڪندا آهيون ته جنهن تي حج فرض آهي، اهو پاڻيءَ جي ڏُکَ لاءِ به نه ترسي، بلڪ جلدي تياري ڪري.

پاڻ فرمايائون ته حضرت جنيد بغدادي رحمة الله عليه جو ڪو مريد حج ڪري آيو. پاڻ پڇيائونس ته ابا! جڏهن احرام ٻڌو هُئي تڏهن باطني حالت به هيءَ هُئي يا نه؟ مريد عرض ڪيو ته سائين! ظاهري ته احرام ٻڌو هوم، مگر باطني حالت اها نه هُئي. پاڻ فرمايائونس ته پوءِ تو ڇو احرام ٻڌو ئي ڪونه. اهڙيءَ طرح سڀني ارڪانن متعلق پڇيائونس ۽ هر دفعي هن جو اهو ساڳيو جواب هو. آخر ۾ پاڻ فرمايائونس ته ٻچا! تو ڇو حج ئي ڪونه ڪيو. شال! الله پاڪ، حقيقي حج نصيب ڪري. اڄ ڪلهه فرضي ڪمن ڏانهن توجه گهٽ آهي، پر نفلي حج تي زور گهڻو آهي. ڪيترا حاجي هتان وڃن ٿا مگر فرضي نماز به ڪونه پڙهن، خالي دنيا طلبي ۽ سير ٻنيءَ لاءِ سفر ڪن ٿا. انشاء الله تعاليٰ هيتِ چند ڏينهن قيام ڪندو ته اوهان جو ظاهري حج به صحيح ٿيندو ۽ باطني به، يعني حقيقي حاجي ٿي ايندو. هيتِ رهندو ته ديني مسئلا پاڻ به سکندو ۽ مسافر احبابن جي خدمت جو به اوهان کي موقعو ملندو.

اڄ ادب جي گهٽي ڪمي آهي. حاجي احمد حسن صاحب دبئي کان خط لکيو آهي ته هيتِ قرآن شريف پڙهي، عام ڪتابن وانگر درين مان اڇلايو ڇڏين.

عراق مان مولوي عوض محمد صاحب خط لکيو آهي ته ڪيترين مسجدن ۾ بوٽن جا انڊ ڏنا ويا، ڪيترن عربن کي سونا ڏند لڳل آهن. تنهنڪري هيتِ رهي، تعليم حاصل ڪري، حضور جن جي پاڙيسري عربي پاڙن جي حقيقي خدمت ڪيو.

بهرحال حضرت صاحب جن جي ترغيب تحريص تي هي وفد الحاج احمد حسن صاحب جي قيادت هيٺ سعودي عرب روانو ٿيو. حضرت صاحب جن جي ذميل طريقي ۽ تعليم مطابق سڀ کان اول اتي رهندڙ جماعت کي منظم بنائڻ لاءِ ملاقات جو سلسلو جاري ڪرائون ته جيئن اجتماعي حيثيت سان مؤثر نموني ڪم ڪري سگهجي.

چنانچه اتي رهندڙ خليفه مولوي محمد علي صاحب سان ملاقات لاءِ جماعت جو امير جناب احمد حسن صاحب جده روانو ٿيو.

جناب خليفه محمد علي صاحب هڙنبو جبل، بلوچستان جي علائقي جو ويٺل آهي ۽ قوم جو مري بلوچ آهي. جڏهن حضرت صاحب جن جي فيض جو نعرو ٻڌائون تڏهن پاڻ پنهنجي قوم وارن سان گڏ درگاه شريف تي پهتا ۽ بيعت ڪيائون.

دين کان بلڪل بي خبر، جبل جا رهاڪو، جڏهن هن نور هدايت کان منور ٿيا ته نيڪو ڪار ۽ پرهيزگار بنجي پيا. الله تعاليٰ پنهنجي پيارن جي صحبت صدقي هن ۾ اهو روحاني انقلاب، ايماني جذبو ۽ جوهر پيدا ڪيو، جو ٻين لاءِ ٻن رهنما ثابت ٿيو.

خود نہ تھے راہ پر، اوروں کے ہادی بن گئے،
کیا نظر تھی جس نے، مردوں کو مسیحا کر دیا۔

هي صاحب ڪجهه وقت عمان حڪومت اردن ۾ رهيو ۽ اتي به تبليغ جو ڪم سرانجام ڏيندو رهيو. حالانڪ عربي ٻولي به پوري نه پيو ڄاڻي، مگر سنڌس اخلاق ۽ اعمال واري تبليغ ڪيترن عربن سڳورن کي صراط المستقيم تي پهچايو. ڪيترن عربن سگريٽ ڇڏي ڏنا ۽ نماز جا پابند بنجي پيا.

ان ڪانپوءِ جدي ۾ قيام ڪيائين ته عربن سڳورن کين نيڪ ۽ صالح سمجهي پنهنجو پيش امام مقرر ڪيو. جنابِ خليفه صاحب اتان خط لکيو ته مون کي عرب سڳورا ڪنهن به طرح هتان ڇڏڻ لاءِ تيار نه آهن ۽ منٿون ڪري رهيا آهن ته هيت رهي اسان کي نماز ۽ دين جا ضروري مسئلا سمجهائيندا ۽ دين جي تبليغ ڪندو رهه.

الحمدلله! هي منهنجي مرشد هادي سهڻا سائين جن جو ڪمال آهي ۽ اڄ تائين مذڪور خليفه صاحب اتي تبليغ جو ڪم حسب حيثيت سرانجام ڏيئي رهيو آهي.

جناب حاجي **احمد حسن** صاحب جي ملاقات بعد مزيد ڪم ڪرڻ لاءِ صلاحون مشوره ٿيا. حاجي احمدحسن صاحب خطيبن ۽ پيش امامن سان پڻ ملاقاتون ڪيون، سندس هر هنڌ آجيان ٿي.

# هڪ سنڌي بزرگ

ان سلسلي ۾ سندس ملاقات اتان جي رهندڙ، سنڌ جي هڪ بزرگ **منظور حسين** صاحب سان ٿي. کين درگاه شريف طرفان **بيدار موراڳي** جا سنڌي ۾ لکيل ڪتاب تحفه طور ڏنا ويا ۽ ساڳئي وقت سهڻا سائين جن جي محنت، دين جي درد، امت جي فڪر کان آگاه ڪيو ويو. بزرگن فرمايو ته ڪافي مدت کان اها تمنا هئي ته ڪو اهڙو جوان هجي، جيڪو هن ڏکئي وقت ۾ خدا خاطر، دين متين جي خدمت ڪري. الحمدلله! اهڙا ڪي آهن، ڪل جڳ ۾ ڪاڀڙي.

کهيں مدت سے بهيجتا ہے ساقي ايسا مستانه؛
بدل د يتا ہے جو بگڑا ہوا دستور ميخانه.

حاجي احمد حسن صاحب لکي ٿو ته جڏهن آءٌ بزرگن کان موڪلائي روانو ٿيس ته پاڻ ٻاهر دروازي تائين ڇڏڻ آيا، مون عرض ڪيو ته سائين اوهان تڪليف نه ڪيو. پاڻ فرمايائون ته آءٌ ان جوان جي ادب خاطر ائين ڪيان ٿو، جنهن هيڙي فتني فساد واري دؤر ۾ حضور اڪرم ﷺ جن جي دين شريعت جي بي لوث هيڏي خدمت ڪئي آهي. پوءِ جيستائين حاجي صاحب نظر آيو، پاڻ باادب بيٺا رهيا. اچان تائين محبت ۽ عقيدت وچان اتان تحفا، سلام ۽ سنيها، منهنجي مرشد هادي جي خدمت اقدس ۾ موڪليندو رهندو آهي.

## هڪ سنڌي عالمِ دين

هن وفد جي ملاقات سنڌ جي هڪ عالم سگهوري مولانا علي محمد صاحب سان ٿي، جيڪو حضور اڪرم ﷺ جي ڪمان مبارڪ جو مديني پاڪ ۾ محافظ هو. وفد جي ملاقات بعد ٿورن ڏينهن ۾ حضرت سهڻا سائين جن ڏانهن خط لکيائون ته جماعت جي اخلاق و اعمال، قول ۽ فعل ڪي ڏسندي دل بي اختيار شاهدي ڏني ته اوهان حق تي آهيو ۽ پنهنجي جماعت اندر ڀي اها شيءِ پيدا ڪئي اٿو.

مزيد لکيائين ته اوهان جي ديني محنت، ظاهري باطني تعليم تربيت، تصنيف ۽ روحاني فيض برڪت کي ڏسي ۽ ٻڌي عقل حيرت ۾ آهي. نه ڪتابن ۾ ڏٺو ۾ اچي ٿو ۽ نه وري

پڙڻ ۾ اچي ٿو ته، مهڙي پُرفتن دؤر ۾ ظاهري خواه باطني هيتري محنت ڪئي هجي، ان لاءِ اوهان کي مبارڪ هجي. خصوصاً اوهان جي ڪوشش ڪاميابي ۽ اوهان جي مبارڪ زندگي لاءِ حضور اڪرم ﷺ جن جي روضي مبارڪ تي وڃي دعا ۾ گهري اٿم.

الحمدلله! هڪ عالم دين جا اهڙا عقيدت ۽ محبت ڀريا الفاظ قدر وارن جي اکيان ڪافي قيمت رکن ٿا ۽ اکين وارن لاءِ عبرت آهي.

## سنڌ جو هڪ باعمل عالم

مڪي معظم اندر هن وفد جي ملاقات هڪ سنڌ جي مشهور عالم باعمل، خصوصاً منهنجي مرشد هادي حضرت سهڻا سائين جن جي استاد حضرت علامه مولانا رضا محمد صاحب سان ٿي، پاڻ گهڻو خوش ٿيا، نه رڳو ايترو پر وفد جي امور کي پنهنجو اولاد حوالي ڪندي، ڪوس پارت ڪيائون ته هنن کي به طريقه عاليه جي تربيت ڏني وڃي.

جڏهن منهنجا مرشد هادي حج تي تشريف فرما ٿيا ته حضرت مولانا صاحب جو سورو خاندان، پنهنجي پاڻ سميت طريقه عاليه ۾ داخل ٿيا ۽ صحبت بابرڪت کان فيضياب ٿيا.

هڪ استاد جا پنهنجي شاگرد رشيد لاءِ مريدانه تعلقات منهنجي مرشد هادي جي ڪمال جي "اظهر من الشمس" نشاني آهي.

هن وفد ان کان علاوه حج جي مسافرن سان هر مقام، هر جڳهه انفرادي خواهه اجتماعي ملاقاتون ڪيون ۽ طريقه عاليه

ڪان ڪين روشناس ڪرايو ، اهڙي طرح هي فيض دنيا جي ڪند ڪڙڇ ۾ پهچي رهيو آهي .

هن وقت حضرت قبله سهڻا سائين جن جي فرمان مطابق حاجين کي حج جا مسئلا سيکارڻ، نماز جي تعليم ۽ ٻي ضروري خدمت پڻ سرانجام ڏني .

# خواب اندر بشارت

ان تبليغ دوران حاجي احمد حسن صاحب خط ذريعي قسم کڻي هڪ خواب بيان ڪيو . پاڻ لکيائون ته آءٌ ڪنهن طرف تبليغ تي روانو ٿيل هوس ، اتان واپس اچي رات مسجد نبوي ﷺ ۾ آرامي ٿيس . رات جو چئين بجي ڌاري خواب ڏٺم ته حضور اڪرم ﷺ جن موجود آهن ۽ ٻي جماعت به گهڻي آهي .

پاڻ باب سلام جي طرف متوجه آهن، معلوم ائين پئي ٿئي ته ڄڻ ڪنهن جي اچڻ جي انتظار ۾ آهن . اوچتو ان طرف کان سائي دستار ٻڌل ، منهنجو مرشد هادي حضرت قبله سهڻا سائين نروار ٿيا ۽ حضور اڪرم ﷺ جن جي خدمت اقدس ۾ اچي رهيا هئا .

بس حضور اڪرم ﷺ جن هٿ مبارڪ سان اشارو ڪري مائهن کي فرمايو ته پاسي ٿيو ، رستو صاف ڇڏيو ، منهنجو دوست اچي ٿو . جڏهن منهنجا مرشد هادي پهتا ته حضور اڪرم ﷺ جن کين گلي لڳايو ۽ فرمايائون ته اوهان منهنجي دين جي وڏي خدمت ڪئي آهي ۽ اوهان جو موڪليل نائب حاجي احمد حسن وچارو به حسبِ حيثيت محنت ڪري رهيو آهي، ته ايتري ۾ آءٌ سجاڳ ٿي پيس .

# متحده عرب امارات

جناب مولوي ربنواز صاحب جي قيادت هيٺ هي وفد هوائي جهاز ذريعي دبئي پهتو ۽ شهر ڪارتون ۾ سنڌي مسجد کان تبليغ جي ڪم جي ابتدا ڪئي وئي.

مولوي ربنواز صاحب، پنهنجي مرشد هادي جي هدايت ۽ تربيت مطابق ڏينهن جو مزدوري ڪندو هو ته جيئن سوال ڪرڻ کان بچي سگهي ۽ باقي وقت تبليغ اندر صرف ڪندو هو. مزدوري دوران دنيوي ڪم ڪار سان گڏ پنهنجي سائين کي پڻ دين جون ڳالهيون ٻڌائيندو هو. ڪم نهايت ديانتداري ۽ سچائي ۽ سان ڪندو رهيو.

هن وفد جي تبليغي سرگرمين بيان ڪرڻ کان اڳ مناسب سمجهان ٿو ته هن وفد جي امير مولوي ربنواز صاحب جي ڪجهه حالات بيان ڪيان.

# نوراني نگاه جو اثر

مولوي ربنواز صاحب تمام مختصر اردو پڙهيل، شهر خيرپور ميرس ۾ ڪنهن هي فرنيچر جو سٺو ڪاريگر هو. پنهنجي مرشد هادي ۽ کان دين جي درد جون دانهون ۽ پڪارون ٻڌي، دل ۾ تبليغ جو ذوق شوق پيدا ٿيس. چند روز درگاهه فقيرپور تي سندس خصوصي تعليم و تربيت طرف توجه ڏنو ويو، ان ڪانپوءِ دبئي طرف تبليغ لاءِ روانو ڪيو ويو.

ڀڄڻ شرط عربن ۽ غير عربن کي ديوانه وار اڏ اردو اڏ سنڌي ۾ ٽوٽن ڦوٽن لفظن ۾ نصيحت ڪرڻ لڳو. لباس ۾ سادگي، باوقار، باعمل، متبع سنت ۽ سندس شخصيت ۽ ديني جذبي کي ڏسي ماڻهو بي اختيار سندس عقيدتمند ۽ شيدائي بنجي ويا. ڪيترن عربن پهرين سوڙا ڏند ڪيرائي ڇڏيا. بيڙي سگريٽ ڇڏڻ لاءِ ڦوٽا نندڙا ٻڙهي ڏيندو هو. فائدو ڏسي ڪيترا سگريٽ ۽ بيڙين جا عادي ماڻهو هن درويش کي ڳولهڻ لڳا.

هي مولوي صاحب، "پاڪستاني بزرگ" جي نالي سان مشهور ٿي ويو. عجب جي ڳالهه هيءَ آهي جو خود لکي ٿو ته ابتدا ته ماڻهو سگريٽ ڇڏي ڇڪا هئا، جو انهن پاڪستان جي مون وٽ هڪ ديوار نهي ويئي. شام جو جڏهن ڪم تان موٽندو هو ته رستن، چونڪن، هوٽلن ۽ مختلف مسجدن ۾ تبليغ ڪري گهر پهچندو هو. ماني به سادي سودي پاڻ پچائيندو هو ۽ ڪپڙا به پاڻ ڌوئيندو هو. گهر پهچڻ تي ماڻهو ڪافي انتظار ۾ هوندا هئا. ڪي بيمار دم پيا ڪرائين ته نسوار جا عادي سنڌ پيا پڙهائين ته ڪي وري بيڙي، سگريٽ ڇڏڻ لاءِ نندا ڦوٽا پيا پڙهائين.

منهنجي مرشد هاديءَ جي غلام جو ڪم، بيمار چاق پيا ٿين بڇڙين عادتن ۽ بدعتن وارا جهڪي ورهين کان نشن ۾ مبتلا هئا سي نجات پيا وٺن، نه رڳو دنياوي پر اخروي فائدو به حاصل پيا ڪن ڇو ته هي مردِ مجاهد انهن آيل ماڻهن کي دعا دم وغيره سان گڏ نماز جي تلقين پڻ ڪري، ذڪر قلبي پڻ ڏسي، مطلب ته ظاهري باطني علاج پڻ ملي.

مسجد ۾ تقرير جو سلسلو جاري هو، رات جو وري بالغن کي ضروري مسئلن سان گڏ نماز به پڻ سيکاري. وري صبوح جو ننڍڙن ٻارن کي قرآن پاڪ جي تعليم به پڻ ڏيئي.

خلق جي وڌندڙ رجحان کي ڏسي هڪ روحاني مرڪز قائم ڪيائين، جتي ديني خدمت سر انجام ڏيڻ لڳو. ماڻهو چوڻ لڳا ته هي عجيب بزرگ آهي جو مزدوري ڪري پيو کائي، ڪنهن کان ڪجهه به نه وٺي بلڪ پنهنجن پئسن مان سنڌ ۾ فوتا به وٺي رکي ۽ اهي دم ڪري پيو ڏيئي. هر مهيني جي ٻارهين تاريخ هڪ ديني اجتماع شروع ڪيائين جنهن ۾ بيشمار خلق شريڪ ٿيڻ لڳي. لنگر جو انتظام به پنهنجي خرچ تي ڪندو رهيو.

انهن اجتماعن جو اهو اثر نڪتو جو ماڻهن جي دلين ۾ دين جو درد ۽ ذوق شوق پيدا ٿيو. جن ڪڏهن پاڻي به سجدو نه ڏنو هو سي نيڪ نمازي، ديندار، تهجد گذار بنجي پيا. ظاهري باطني ڏک درد دور ٿي ويا، الله الله جا نعرا بلند ٿيڻ لڳا، ماڻهو ڪين چوڻ پيا ته سائين شاهه صاحب، پير صاحب، اوهان ڪو ڪم ڪار نه ڪيو، اسان ٿا اوهان جي خدمت ڪيون، پنهنجي طرفان هر شيءِ حاضر پيا ڪن.

هن علائقي ۾ بنگالي، هندوستاني ۽ ٻين ملڪن جا ماڻهو به هن سهڻي پير جي غـلام جو ڪم ڏسي دنگ رهجي ويا. جيئن ته هيءُ بزرگ شادي شده نه هو، تنهن لاءِ ڪافي ماڻهن کين شاديءَ واسطي منٿون ڪيون مگر هيءُ بي طمع، نيڪ شخص خاص خدا خاطر تبليغ ڪندو رهيو.

آهستي آهستي تبليغ ۽ طريقه عاليه جو ڪم وڌندو ٿانئه رياست عجمان ۽ الفجيرة تائين پهچي ويو. الحمد الله! اتي به ساڳي طرح فائدو ٿيڻ لڳو. عرب جا امير وزير ۽ ديگر معزز شخصيتون اچڻ وڃڻ لڳيون ۽ اتي به دين جا مرڪز قائم ٿيا.

اڄ به انهن مرڪزن خواه ٻين طرفن کان خط ايندا رهندا آهن، نه رڳو ايترو پر اتان جا ماڻهو به درگاه شريف تي موقعن تي شريڪ ٿيندا آهن.

خليفه مولوي محمد صديق بروهي دوبئي اندر رهي ٿو، اتي تبليغ جو ڪم سرانجام ڏيئي رهيو آهي. سندس مقبوليت کي ڏسي ڪي ماڻهو مخالفت ڪرڻ لڳا، پاڻ جدا مسجد ٺاهي، دين جي خدمت ڪرڻ لڳو. جمع نماز تي تقريباً ٽي سؤ کان زياده ماڻهو سندس پٺيان پڙهن ٿا، تقرير ٻڌن ٿا، دين جا ضروري مسئلا سکن ٿا ۽ الله پاڪ جو ذڪر ڪن ٿا. هي بزرگ اڄ تائين پنهنجي نئين مرڪز الصفا اندر بنا طمع لالچ جي خدا واسطي دين جي خدمت ڪري رهيو آهي.

**عجمان:**

عجمان اندر ميان محمد پناهه پڻ دين جو ڪافي ڪم ڪيو آهي. سندس تبليغ سان ڪيترا بي نمازي ماڻهو نيڪ نمازي بنجي پيا. هن وقت پاڻ دوبئي اندر سرڪاري ملازم آهي، ان سان گڏوگڏ رات ڏينهن دين جي تبليغ اندر مصروف آهي.

ان کان علاوه قاري خليل احمد صاحب ۽ مولوي احمد حسن صاحب جن به ڪجهه وقت دوبئي ۾ تبليغ جو ڪم سرانجام ڏنو هو. هن وقت خليفه محمد اڪرم صاحب دوبئي ۾ ۽ محمد شريف صاحب عجمان ۾ زور شور سان تبليغ جو ڪم ڪري رهيا آهن.

**مسقط:**

ان کان علاوه مسقط ۾ سيد علي اڪبر شاهه ڪجهه وقت قيام دوران ڪافي تبليغ جو ڪم ڪيو هو. سندس تبليغي خطوط موجود آهن، اتي ڪافي فائدو ٿيو.

## بغداد :

ساڳي نموني هڪ وفد مولوي عرض محمد صاحب جي قيادت هيٺ بغداد پهتو. الحمد لله! سندس محنت سان اتي به گهڻو فائدو ٿيو .

## ايران :

مولوي جلال الدين صاحب جي قيادت هيٺ هي وفد ايران، زاهدان پهتو، ايران اندر جهڙا عياشي ۽ فحاشي هئي، اها ڪنهن کان ڳجهي ڪانهي . هن مردِ مجاهد ڪافي عرصو هيٺ رهي دين جي تبليغ ڪئي. الحمدلله! سندس ڪوشش ۽ محنت سان سٺو اثر نڪتو .

## هندوستان :

حاجي محمد علي بوزدار ۽ مولانا عبدالغفور صاحب جي قيادت هيٺ هي وفد دهلي ، اجمير ۽ سرهند شريف پهتو، بزرگانِ دين حضرت خواجه محمد باقي بالله رحمة الله عليه، حضرت خواجه احمد فاروقي مجدد الف ثاني رحمة الله عليه ، حضرت خواجه نظام الدين محبوب الاهي رحمة الله عليه، حضرت خواجه معين الدين اجميري رحمة الله عليه، حضرت خواجه نور محمد بدايوني رحمة الله عليه جي درگاهن تي تبليغ ڪئي ويئي، سٺو فائدو ٿيو . طريقه عاليه نقشبنديه جي ڪافي مشائخ عظام جون مزارون اڄ به هندوستان ۾ مرڪز رشد و هدايت آهن . پر هندوستان مان ٿيندي اڄ اهو فيض جهڙي نه سنڌ ۾ موجون ماري رهيو آهي، هندوستاني مسلمان غيرت ۽ عقيدت وچان بار بار الله آباد شريف جو احوال پڇي، خوش ٿي رهيا هئا .

مولانا عبدالغفور صاحب جن جڏهن حضرت خواجه نظام الدين محبوب الاهي رحه جي دربار تـي تبليغ ۽ تقرير ڪئي ته درگاه جو پيش امام ڏاڍو متاثر ٿيو. جڏهن پاڪستاني وفد سان گڏ پاڪستاني سفير پهتو ته آن پيش امام، ان سفير کي چيو ته هيءُ ٿي هڪ مولوي صاحب آهي جيڪو صحيح مقصد ۽ ارادي سان هت آيو آهي، باقي پيا دوست ته صرف سيربيني واسطي آيا آهن.

## بنگال:

مولانا عبدالوهاب صاحب جي قيادت هيٺ هي وفد بنگال تائين پهتو. تبليغ جو ڪم تمام بهتر ٿيو، ڪافي بنگالي حضرت سهڻا سائين جن جي صحبت بابرڪت ۾ پهچي طريقه عاليه ۾ داخل ٿيا.

## بيروني ممالڪ:

مولانا صديق احمد ناصر، مولوي محمد عباس، مولوي علي مصطفيٰ ۽ ظفر اقبال جي قيادت هيٺ هي وفد آمريڪه، ساؤٿ آمريڪه، آسٽريليا، افريقه، ساؤٿ آفريقه تائين پهتو.
هنن دوستن جي محنت ۽ ڪوشش سان ڪافي غير مسلم، مسلمان ٿي چڪا آهن، سندن تبليغي خط ايندا رهندا آهن.




## لنڊن:

تقريباً ڇهـ ـڪي سال اڳ بي-بي-سي لنڊن تان پروڊيوسر

محمد غيور صاحب، ميزان پروگرام ۾ هڪ عجيب و غريب انٽرويو پيش ڪيو.

غيور صاحب سڀ کان اڳ تمهيداً عبدالله جي ڪوشش ۽ محنت جي وڏي تعريف ڪئي ته هن صاحب المدن اندر ٿوري وقت ۾ تبليغ جو وڏو ڪم ڪيو آهي ۽ ذيهون ڏينهن ماڻهو اسلام ۾ داخل ٿيندا پيا وڃن.

غيور صاحب ۽ عبدالله جي وچ ۾ سوال جواب جو سلسلو هن ريت هيو:

**سوال:** اوهان جو آبائي مذهب ڪهڙو هيو؟

**جواب:** منهنجو آبائي مذهب عيسائيت هيو.

**سوال:** اوهان جي اسلام طرف رغبت ڪيئن ٿي؟

**جواب:** مون مذاهبِ عالم جو مطالعو ڪيو، مون کي يقين ٿيو ته اسلام ئي حق وارو مذهب آهي. چنانچه مون مصر جي هڪ حنفي عالم جي هٿ تي اسلام آندو. ڪجهه وقت اتي رهي بعد ۾ پاڪستان اندر هڪ بزرگ جي هٿ تي بيعت ٿيس ته جيئن اسلامي احڪامن تي استقامت ۽ عملي قوت پيدا ٿئي. انهن بزرگن جو وسيع تبليغي پروگرام هيو. آءٌ ڪجهه عرصو سندن صحبت بابرڪت ۾ رهي، سندن خلافت ۽ اجازت سان هيتِ تبليغ لاءِ پهتس. الحمد لله! ڪافي ڪاميابي حاصل ٿي آهي، چو ته هيءَ روحاني تبليغ آهي، جن ۾ زبان سان گڏ دل جو دخل آهي، منهنجي ڪوشش سان هن وقت هڪ سئو ڏيهه مسلمان ٿيا آهن جن ۾ مرد ۽ عورتون شامل آهن. اوهان کي ...لي هجي ته هي صرف نالي ۾ مسلمان نه آهن بلڪ عملي طرح

مسلمان آهن. نماز، روزو، ذڪر کان علاوه شرعي احڪامن جا به پابند آهن. الله جي ذڪر ذريعي هنن جي اندر ۾ اهو روحاني انقلاب آيو آهي.

**سوال:** پڙهائيندا ته اوهان ڪهڙي نموني ذڪر ڪندا آهيو؟

**جواب:** مُنهن جي مٿان ڪپڙو وجهي، دل ڏانهن خيال ڪري، تصور پچائيندا آهيون ته دل الله الله ڪري رهي آهي ۽ هڪ سوئيءَ جي واسطي تسبيح وجائيندا آهيون.

**سوال:** مهرباني ڪري اها تسبيح وڄائي ڏيکاريو.

**جواب:** عبدالله اها وڏن مڻڪن واري تسبيح وڄائي ڏيکاري، جنهن جي ٺڪ ٺڪ جو آواز ريڊيئي تان ٻڌڻ ۾ آيو.

غيور صاحب هڪ نئين **مسلمان مرد** کان پڇيو:

**سوال:** اوهان مسلمان ڇو ٿيا آهيو؟

**جواب:** اسلام اندر اسان کي حقانيت نظر آئي ۽ هت اچي نماز، ذڪر جي ڪري قلبي سڪون حاصل ٿيو.

**سوال:** اسلام آڻڻ کانپوءِ اوهان کجهه پوئتي ته واجهائي نه رهيا آهيو؟

**جواب:** اسان پنهنجي هن فعل تي مطمئن آهيون، واجهائڻ جو ڪو سوال ئي پيدا نٿو ٿئي.

غيور صاحب هڪ نئين **مسلمان عورت** کان پڇيو؟

**سوال:** اسلام آڻي اوهان ڇا محسوس ڪيو آهي؟

**جواب:** جهڪو ڪجهه اسان ڪيو آهي، صحيح ڪيو آهي.

**سوال:** اسلامي پابندي، هتان جي آزاد معاشري جي عورت ڪيئن برداشت ڪري سگهندي.

**جواب:** بلڪل ڪري سگهي ٿي، ڇو جو اها پابندي ان جي فائدي لاءِ آهي، پنهنجي مفاد خاطر عورت هر پابندي برداشت ڪري سگهي ٿي، ته پوءِ مذهب جي پابندي ڇو نه برداشت ڪندي.

## شاگردن جو وفد

حضرت قبلهِ سهڻا سائين فرمائيندا هئا ته ملڪ ۽ قوم جي ترقي، ديني، دنيوي اصلاح جو دار و مدار هيٺين ٻن ٽولن جي اصطلاح ۽ ڪردار سان وابسته آهي:

١- فوج ٢- شاگرد

جنهن به ملڪ جون اهي ٻه قوتون صحيح ۽ سالم هونديون ته اهو ملڪ ترقيءَ جي راهه تي گامزن هوندو پر جيڪڏهن اهي ٻئي قوتون ناقص ۽ نااهل آهن ته پوءِ اهڙي ملڪ جي تباهي ۽ تنزلي ۾ ڪا دير ڪانهي.

ان حقيقت کي مدِنظر رکندي پاڻ نوجوانن اندر دين جو درد، جذبو ۽ جنون پيدا ڪري کين اسڪولن، ڪاليجن ۽ مختلف يونيورسٽين ڏانهن موڪليائون. الحمد لله! سندن نيڪ ارادن کي الله تعاليٰ صحيح ۽ سچو ثابت ڪيو.

جناب خالد مغل صاحب، جناب اسرار احمد صاحب، ڊاڪٽر جاويد صاحب، انوارالمصطفيٰ صاحب، مقصود الاهي صاحب، ڊاڪٽر امير اختر صاحب، ڊاڪٽر منور صاحب، ڊاڪٽر ياسين صاحب، ڊاڪٽر الهه بچايو صاحب، جناب اختيار احمد چنڙ، ڊاڪٽر مشتاق صاحب جي قيادت هيٺ مختلف وفد، سنڌ يونيورسٽي، لياقت ميڊيڪل ڪاليج ڄام شورو، پنجاب يونيورسٽي اولڊ ڪئمپس ۽ نيو ڪئمپس لاهور، گورنمينٽ ڪاليج شاهڪوٽ شيخوپوره، گجرانواله، گورنمينٽ ڪاليج نارو وال، شڪر ڳڙهه سيالڪوٽ، ڊگري ڪاليج گجرات، جهلم گوجر خان، قائد اعظم يونيورسٽي اسلام آباد، ڊگري ڪاليج راولپنڊي، واڪينٽ اٽڪ سٽي، پشاور يونيورسٽي، ڊگري ڪاليج چار سده، پهتا.

الحمدلله! مرشد مربيءَ جهڙي نوراني نگاهه ۽ باطني توجه سان اهي نوجوان نيڪ نمازي، دينداراو مرد مجاهد بڻجي، رات ڏينهن تبليغ اندر سرگرم آهن. تقريباً ڏيڍ سؤ هنڌن تي "روحاني طلباء جماعت" جون برانچون قائم ڪيون ويون آهن. اتان جا ڪافي شاگرد درگاهه الله آباد، طاهر آباد، فقير پور ۾ ساليانه ڪانفرنس تي حيدرآباد ۽ ڪراچي ايندا رهندا آهن. اڄ به سندن تبليغي خطوط ايندا رهن ٿا.

ياد رهي ته ڪراچي شهر، هڪ بين الاقوامي حيثيت رکي ٿو، هت هر مذهب ۽ مڪتبهءِ فڪر جون تحريڪون ۽ تنظيمون آهن. سونهنجي مرشد هاديءَ جي نگاهه ڪرم سان اهڙي مرڪزي شهر ۾ جماعت جا تقريباً چاليهه مبلغ حضرات، پندرهن پيش امام ۽ خطيب، ڏهه اسڪولن ۽ ڪاليجن اندر استاد، پنج روحاني مرڪز آهن ۽ ڏهه روحاني طلباء جماعت جون برانچون آهن.

# فوج ڏانهن وفد

حاجي محمد صديق صاحب، محمد شفيق صاحب، ڪئپٽن احمد خان زرداري، مولانا محمد اسماعيل شاه صاحب جي قيادت هيٺ هي وفد، راولپنڊي، ڪوئيٽه بلوچستان، اوڪاڙه پنجاب، ابوظهبي متحده عرب امارات تائين پهتو. الحمد لله! فوج اندر به تمام سٺو ڪم ٿيو آهي، اڄ به درگاهه شريف تي تبليغي خطوط ايندا رهن ٿا.

# تبليغي خط (اوڪاڙه)

ڪئپٽن احمد خان زرداري، ٥٠ سي سي ايس اوڪاڙه ڪينٽ مان لکن ٿا ته قبلا! مغرب نماز تي ڪمبائنڊ ملٽري هاسپيٽل CMH جي مسجد اندر پروگرام رکيو ويو، جنهن ۾ حضرت مولانا انوار المصطفيٰ صاحب جلوه افروز هيا. ڪافي فوجي دوستن ذڪر قلبيءَ جو وظيفو ورتو، مختصر تقرير، حلقه مراقبه ٿيو. مسجد جو پيش امام حافظ صاحب گهڻو متاثر ٿيو ۽ طريقه عاليه ۾ داخل ٿيو. عشا نماز تي ٥٠ سي سي ايس جي مسجد ۾ پروگرام رکيو ويو، ڪافي دوست ذڪر ۾ داخل ٿيا.

ٻي رات حافظ صاحب هڪ خصوصي پروگرام ٻاڻ وٽ رکايو، جنهن ۾ تقريباً پنجاهه سٺ دوستن شرڪت ڪئي. اهي دوست حضرت صاحب جن جو دين جو درد، امت جو فڪر ڪان گهڻا متاثر ٿيا ۽ طريقه عاليه نقشبنديه ۾ داخل ٿيا.

قبلا سائين! اوهان جو فيض آهي ۽ سائين انوار المصطفیٰ صاحب جي محنت آهي. صوبيدار نظام خان به تبليغ جي ڪم ۾ سرگرم آهي، سائينجن ڏانهن به خط روانو ڪيو اٿس، اميد ته پهتو هوندو. ان ڪانپوه چڪ نمبر ٢ ۾ مغرب نماز تي پروگرام رکيو ويو، جنهن ۾ هن عاجز کي مهمان خصوصي بنايو ويو. الحمد لله! محبوبن جي نوراني نگاهه سان اتي به تمام سٺو ڪم ٿيو.

عاجز جي ايمان ۽ استقامت واسطي خصوصي دعا فرمائيندا ۽ سيني دوستن واسطي، خاص طرح ڪئپٽن نور واسطي دعا فرمائيندا.

## تبليغي خط (ابوظهبي)

محمد شفيق ابوظهبيءَ مان لکي ٿو ته حضرت صاحب جن جي نظرِ ڪرم سان هن وقت فوجي دوستن اندر سٺا تاثرات آهن، تبليغي ڪم روز بروز افزون تر آهي. حضرت صاحب جن جي دعا برڪت سان فوج اندر به تبليغ جي اجازت ملي آهي، حالانڪ متحده عرب امارات ۾ سخت پابندي هوندي آهي. آچر ڏينهن فوج اندر تبليغ جو پروگرام بنايو ويو، مگر خليفه مولوي محمد اڪرم صاحب جن فرمايو ته اهو ڏينهن اسان جو دبئي اندر تبليغي پروگرام هوندو آهي، اوهان ڪو ٻيو ڏينهن مقرر ڪيو.

هڪ دوست جيڪو صوبيدار آهي، ان کي فوج اندر ١٥ سال ٿي ويا آهن. ان کي نصيحت ڪئي ويئي ته اسان جا مرشد ڪامل ولي آهن، انهن جي صحبت بابرڪت ۾ اهو اثر

آهي، جو ڪمترا چور زاني، خوني، شرابي، سٺري نيڪوڪار بنجي چڪا آهن. سندن نوراني نگاه سان جن ڪڏهن سجدو به نه ڏنو هو، اهي تهجد گذار بنجي ويا. پاڻ دل جو ذڪر ڏيندا آهن، جنهن ڪان دل الله الله ڪندي آهي، سڀ ديني دنيوي پريشانيون دور ٿي وڃن ٿيون، قلبي سڪون حاصل ٿئي ٿو. قبلا! ان صوبيدار کي پس غائبانه حضرت صاحب جن سان گهڻي محبت ۽ عقيدت آهي. چوي پيو ته انشاءالله تعاليٰ! آءٌ پاڻ پنهنجي اهل عيال سان اوهان جي مرشد پاڪ جي دربار تي هلندس ۽ بيعت ڪندس.

محمد شفيق صاحب مزيد لکن ٿا ته ڪالهه منهنجي پاءُ محمد نذير جو خط سعودي عرب مان آيو آهي. لکيو اٿس ته مون قبله محمد اسماعيل شاه صاحب جي بيعت ڪئي آهي ۽ ذڪر پڻ پهچو آهي، جنهن ڏينهن کان آءٌ سلسله عاليه ۾ داخل ٿيو آهيان، ڏاڙهي رکائڻ جو پڪو عزم ۽ ارادو ڪيو اٿم، نماز پابنديءَ سان پڙهندو آهيان ۽ ذڪر مراقبه باقاعدگيءَ سان ڪندو آهيان. هر بيچڙي محفل ۾ وڃڻ ڇڏي ڏنو اٿم.

قبلا! سلسله عاليه ۾ داخل ٿيڻ کان پهريائين پڻ حج به ڪيا هئائين، ليڪن آن جي باوجود نماز نه پڙهندو هو، ٽيليويزن ڏسندو رهندو هو.

هي مرشد پاڪ جي خاص نگاه ڪرم جو اثر آهي، حج ڪرڻ جي باوجود، انسان نيڪ عمل ڪري نٿو سگهي.

نگاهِ مرد مومن سے بدل جاتی ہیں تقدیریں۔

منهنجي پاءُ مزيد هي به لکيو آهي ته جڏهن آءٌ موڪل تي ايندس ته حضرت قبله سچڻ سائين جو ديدار ضرور ڪندس.

فقير محمد شفيق ابوظهبي يو- اي- اِي.
P. O. BOX 2805 (جندلي الحرس)




ياد رهي ته صوبه سنڌ کان علاوه پنجاب، بلوچستان، سرحد ۽ بيروني ممالڪ مان روزانه تقريباً ڏهه خط درگاه الله آباد شريف تي ايندا رهندا آهن.

حضرت صاحب جن پنهنجي موجودگيءَ ۾ اڪثر نماز عصر کانپوءِ، جناب مولوي عبدالقدير صاحب کان پڙهائيندا آهن ۽ پاڻ پوري توجه ۽ خيال سان ٻڌندا رهندا آهن. نه رڳو ايترو پر هر خط جي پڄاڻيءَ تي پاڻ جماعت سميت، انهن مبلغ حضرات جي ديني دنيوي ترقي، ڪاميابي ۽ ڪامرانيءَ لاءِ درگاهه ايزديءَ ۾ هٿڙا مبارڪ پڻ کڻندا آهن.

”راقم الحروف“ کي ياد آهي ته حضرت خواجه پير مٺا رحمة الله عليه ۽ حضرت قبله سهڻا سائين نوّر الله مرقده جن به اهڙا تبليغي خط پوري خيال ۽ توجه سان ٻڌندا هئا ۽ انهن جي حق ۾ دعائون گهرندا هئا.

حضرت خواجه غريب نواز پير مٺا رحمة الله عليه جن فرمائيندا هئا ته هڪ ڀيري حضرت خواجه فضل علي قريشي

رحمة الله عليه جن بيمار ٿي پيا. تڪليف اهڙي ته هئي جو پاڻ ويهي به نه ٿي سگهيا. ايتري ۾ هن عاجز عرض ڪيو ته سائين سنڌ کان هڪ تبليغي خط آيو آهي. پاڻ فرمايائون ته پڙهو. بس هيءَ عاجز اهو تبليغ وارو خط پڙهندو ويو ۽ حضرت صاحب جن اٿي ويهي رهيا. سندن چهري انور تي صحت ۽ خوشيءَ جا آثار اچڻ لڳا.

انٽروڪٽ ڦوائمن بهج نمبر7215 ،
پوسٽ بڪس نمبر 3098
دبئي يو. اي. اي

# تبليغي خط (دبئي)

مولانا محمد اڪرم صاحب دبئي مان لکي ٿو ته قبلا!
خط لکڻ ۾ دير جو سبب هي آهي، جو پروگرام لاڳيتا ٿيندا رهن ٿا. اڃان هڪڙو پروگرام پورو نٿو ٿئي ته ٻئي پروگرام جي تياري ٿي وڃي ٿي.

الصفا مرڪز واري مسجد اندر پروگرام رکيو ويو. پروگرام عشا کانپوءِ به جاري رهيو چو ته فقيرن پروگرام شروع ٿيڻ کان اڳ حضرت صاحب جن جي مراقبه واري ٽيپ وڄائڻ شروع ڪري ڏني. فقيرن سمجهيو ته حضرت صاحب جن شايد پيو پيرو دبئي پهچي ويا آهن. ماڻهو گهرن کي ڇڏي سڀ مسجد ۾ اچي ڪٺا ٿيا. هڪ فقير جيئن جو حضرت صاحب جن جو آواز لائوڊ اسپيڪر تي ٻڌو ته پنهنجي هڪ رشتيدار کي، جيڪو ڪافي پري ڪم ڪري رهيو هو، ٽيليفون ڪيائين ته جلدي موڪل وٺي پهچي وڃ، حضرت صاحب جن تشريف فرما

ٿيا آهن. اهو شخص چار ڏينهن موڪل ڪري فوراً الصفا مرڪز ۾ پهچي ويو. اُن ڏينهن عجمان، ابوظهبي ۽ ٻين طرفن کان جماعت آئي هئي. هن عاجز تقرير ڪئي، محبوبن جي فيض برڪات جو ٻڌي ماڻهو بيحد متاثر ٿيا.

پيو پروگرام فقير جي گهر اندر نئين مرڪز ۾ ٿيو، جماعت ايتري ڪڏ ٿي جو مرڪز اندر ايتري جاءِ نه هئي جو ماڻهو ماپي سگهن. منهنجي پاڙي ۾ جهڪي به عربي خاندان موجود هيا، اهي ٽولن جا ٽولا ٿي پهچي ويا. منهنجي گهر جي بلڪل سامهون هڪ سي. آءِ. ڊي انسپيڪٽر پوليس رهندو آهي، اهو به ٻيهرين دفعو اسان جي پروگرام ۾ شريڪ ٿيو. تقرير ٻڌي چيائين ته بيشڪ هيءَ ڳالهيون حق آهن.

عربي عورتون ايتريون ته گهر ۾ ڪڏ ٿيون جو گهر جا ٻه ڪمرا به انهن جي لاءِ پورا پئجي نه سگهيا. تقرير بعد حلقه مراقبه ڪيو ويو ۽ بعد ۾ لنگر تقسيم ٿيو. هي پروگرام ٻارهين بجي رات تائين هليو.

انهن عورتن ۾ شيخه مريم وزير اوقاف عبدالجبار جي ماسي به هئي. اها پڇي پئي ته حضرت صاحب جن دبئي اندر پيو پيرو ڪڏهن ايندا، پاڻ اچن ته اسان سندن ويزا جو انتظام ڪيون.

حضرت صاحب جن جڏهن تبليغ جي ارادي سان ١٥ ڏينهن لاءِ دبئي روانا ٿيا هئا ته سندن ويزا جو انتظام به دبئي جي اوقاف طرفان ٿيل هيو.

ياد رهي ته درگاهه الله آباد شريف تي حضرت قبله سچل سائين جن راقم الحروف کي مولانا محمد اڪرم صاحب جن سان ملاقات ڪرائي هئي.

ظفر اقبال سهنٽ ڪنٽرڻمن ڪالمج
سهنٽ ڪنٽرڻمن ڪي- واه 40061
(يو- ايس- اي)

## تبليغي خط (آمريڪا)

ظفر اقبال، هيءُ نوجوان اصل دبئي جو ويٺل آهي. جڏهن حضرت صاحب جن تبليغ واسطي دبئي پهتا ته اتي هن جي ملاقات حضرت صاحب جن سان ٿي، سائينجن کيس ڪافي نصيحت ڪئي ۽ کيس قلبي ذڪر جو وظيفو پڻ ڏنو. هن وقت هيءُ نوجوان امريڪا جي ڪالمج اندر تعليم وٺي رهيو آهي. حضرت صاحب جن جي نوراني نگاهه ۽ باطني توجه سان باشرع ۽ دين جي تبليغ ۾ سرگرم آهي.

ظفر اقبال لکي ٿو ته قبلا! اوهان جي دعا برڪت سان نماز پڙهندو آهيان ۽ قرآن شريف جي تلاوت پڻ ڪندو آهيان. اوهان جي فرمان سان ٿوري گهڻي ڪالمج اندر تبليغ به شروع ڪئي اٿم. هتان جا ماڻهو منهنجي تبليغ دلچسپيءَ سان ٻڌندا آهن. دعا ڪندا ته الله تعاليٰ مون کي اسلامي تعلم ۽ تبليغ اندر ڪامياب ڪري. اوهان پنهنجي خط ۾ تمام پيار ڀريون ۽ سٺيون ڳالهيون لکيون آهن، پڙهي طبيعت گهڻو خوش ٿي آهي.

اسان جي ڪالمج اندر هڪ مسلمان طالب، عرب ملڪ جو آهي. هيءَ ڳالهه آءٌ صحيح لکي رهيو آهيان ته هن عرب

ڇوڪر جو تالو ﷺ آهي ۽ مون سان گڏ رهندو آهي. هي ۽ شاگرد شروع ۾ ڏاڍو غندو هو ۽ هر وقت عياشيءَ اندر گذاريندو هو ۽ سا ڳئي وقت حرام به کائيندو هو. مون کيس چيو ته جيڪڏهن مون کي حلال گوشت يا ڪڪڙ نه ملي ته پوءِ آءٌ ڀاڄيون کائيندس. منهنجي نصيحت هن تي اثر ڪيو، هن وقت هي به مون سان گڏ نماز پڙهي ٿو، برائي ڇڏائي ڇڏي چڱو آهي ۽ حرام کائڻ به بند ڪيو اٿس.

قبلا! اوهان جيڪي مون کي ڳالهيون سيکاريون هيون ته حلال کائو ۽ نيڪ ڪم ڪيو، اوهان جي دعا سان سڀ ڪم سٺا ٿيندا رهن ٿا، آءٌ ٢٠ ڊسمبر تي دبئي وڃي رهيو آهيان، جيڪڏهن ڪراچي آيس ته اوهان جي خدمت ۾ حاضري ڏيندس.

صوفي نذير حسين ڪشميري

مسقط روڊ، ص.ب 3489 سلطنت آف عمان

فون نمبر 796252

# تبليغي خط (عمان)

قبلا! حضرت جن جي فرمان سان آءٌ رات ڏينهن تبليغ جي ڪم ۾ ڪوشان آهيان. سائينجن جي نگاهه ڪرم سان تبليغ جو ڪم سٺو ٿي رهيو آهي. هيتر بلوچ قوم جا ڪافي دوست رهن ٿا، جيڪي اوهان جي دين جي درد هجڻ لاءِ حيران پريشان آهن. مون کي چوندا آهن ته اوهان کي ڪٿي پري جهنگل ۾ وڃي ملون، جتي ٻيو ڪو به نه هجي ۽ اتي ويهي دين جون مٺڙيون مٺڙيون ڳالهيون ٻڌون.

قبلا! ڊيوٽي تمام سخت آهي، وقت گهٽ ملي، دل ته

گهري ٿي ته اوهان جو هي درد ۽ پيغام، هن علائقي جي ننڍي وڏي تائين پهچائجي.

محمد شريف

# تبليغي خط (عجمان)

مصنع عجمان الحديث للمواد الحديدية
ص. ب: ٩٨ عجمان الامارات العربية المتحدة
تيليفون: مكتب ٤٢١٣٦٨ منزل ٤٢٤١٧٦

محمد شريف صاحب جي رهائش عجمان ۾ آهي. هن کي لوهي پيتين ٺاهڻ جو ڪارخانو آهي، جنهن ۾ تقريباً پنجاهه مزدور ڪم ڪري رهيا آهن.

هيءُ مردِ مجاهد رات ڏينهن تبليغ جي ڪم ۾ سرگرم آهي. لڪي ٿو ته عيد ميلاد النبي ﷺ جن جي موقعي تي حضرت مولانا محمد اڪرم صاحب، دبئي اندر هڪ جلسو پنهنجي جاءِ تي رکايو، جيڪو نهايت ڪامياب رهيو.

هي عاجز پنهنجي فقيرائيءَ سان گڏ اتي پهتو. عورتن جي واسطي سٺو انتظام ٿيل هيو، تقريباً ان ۾ اڌ حصو پاڪستاني عورتن جو ۽ اڌ حصو عربي عورتن جو هو. مولانا صاحب اندر ٽي اندر نعت جو پروگرام به رکيو هو. پاڪستاني فقيرائين ڪجهه دير تائين مولود شريف پڙهيا، ان کانسواءِ عربي فقيرائين به پنهنجي واري سان حضور اڪرم ﷺ جن جي شان ۾ نعتون پڙهڻ شروع ڪيون. منهنجي فقيرائي ۽ منهنجي والده به هن جلسي ۾ شامل هيون. انهن هي احوال ڏنو ۽ ساڳئي وقت هي به ٻڌايو ته پرده جو سخت انتظام هيو.

پاڻ جناب مولانا محمد اڪرم صاحب سهڻي طريقي سان پُر اثر تقرير فرمائي. جماعت اندر فقيرن کان علاوه ڪجهه عرب به هيا، جيڪي پهريون ڀيرو هن اجتماع ۾ آيا هيا، ڏاڍو سٺو اثر ٿيو، ان ڪانپوءِ لنگر تقسيم ڪيو ويو.

جناب محمد پناهه صاحب به هر جلسي اندر پنهنجي جماعت سميت شرڪت ڪندو آهي.

ياد رهي ته ”راقم الحروف“ مولانا محمد اڪرم صاحب، مولانا محمد صديق صاحب، مولوي محمد پناهه صاحب دبئي وارن سان ملاقاتون ڪري چڪو آهي. ميان جان محمد صاحب دبئي واري تي، مرشد مربيءَ جي ايتري قدر مهرباني آهي جو سندس دل جي ذڪر جو آواز ”راقم الحروف“ پنهنجي ظاهري ڪنن سان ٻڌو آهي.

”راقم الحروف“ جي صوفي نذير احمد صاحب عمان وارو، صوفي عبدالرشيد صاحب بحرين واري، سان ڪافي ڀيرا ملاقات ٿي چڪي آهي.

## تبليغي خط (آزاد ڪشمير)

فقير مظفرعلي طاهري خماروي
C/o سينئر پوسٽ ماسٽر
جي- پي- او مظفر آباد (آزاد ڪشمير)

هي نوجوان، سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو مان ايم- اي. جو امتحان پاس ڪري چڪو آهي. اهڙي ماحول ۾ رهندي به پنهنجو سمورو وقت الله ۽ رسول جي اطاعت، دين جي تبليغ

۽ امت جي فڪر ۾ گذاريو. هن وقت چند مهينن لاءِ مظفرآباد آزاد ڪشمير اندر رهي ٿو.

هيءُ مرد مجاهد نوجوان، رات ڏينهن تبليغ اندر مصروف آهي، ڪمس اهوئي فڪر آهي ته ڪهڙي طرح اسلام جو پيغام هنن مائهن تائين پهچائجي ۽ طريقي عاليه جي اشاعت ڪجي. سندس محنت ۽ ڪوشش سان ڪافي نوجوان دوست هن جا همخيال بنجي چڪا آهن.

هن جي عقيدت ۽ محبت کي ڏسندي، سائين اسماعيل شاهه صاحب، جيڪو هڪ مخلص، صاحب درد مبلغ آهي، راولپنڊي علائقي اندر تبليغ ۾ مصروف آهي، سو تبليغ واسطي جناب مظفر علي صاحب وٽ، مظفرآباد پهتو مظفر علي صاحب خط اندر لکي ٿو....

قبلا! سائين شاهه صاحب جن ٢ جنوري خميس جي ڏينهن ظهر نماز تي اسان وٽ پهتا. پوسٽ آفيس جي هال کي بينر ذريعي سهڻي نموني سينگاريو ويو. عصر نماز کان پوءِ هال ۾ روحاني محفل منعقد ڪئي ويئي. شاهه صاحب جن وعظ نصيحت کان پوءِ سيني آيل دوستن کي ذڪر جي نعمت سان نوازيو ۽ آخر ۾ حلقه مراقبو ڪيو ويو.

جمعه نماز جو پروگرام، جامع مسجد حمام والي، جيڪا مظفر آباد، آزاد ڪشمير جي سڀ کان وڏي مسجد آهي رکيو ويو. جمعي جي خطبي واري تقرير سائين شاهه صاحب جن فرمائي. مائهو سندن نوراني شخصيت ۽ نوراني بيان کان بيحد متاثر ٿيا. نماز کان پوءِ ڪافي مائهو ذڪر پڇيو ۽ حلقه مراقبو ٿيو. ساڳئي وقت اعلان ڪيو ويو ته مغرب جي نماز تي جامع مسجد بازار والي ۾ روحاني محفل ٿيندي.

مغرب جي نماز شاه صاحب جن پڙهائي نماز کان پوءِ پاڻ هڪ پُراثر ۽ جلالي تقرير فرمايائون. بس حضرت صاحب جن جي نگاه ڪرم سان فيض جي باراني ٿي رهي هئي. سڄي مسجد ماڻهن سان ڀرجي ويئي، سڀئي طريقه عاليه ۾ داخل ٿيا. عشا نماز کانپوءِ پاڻ اٿي بيهي جماعت جي اڳيان شريعت جا مسئلا ۽ مسنونه طريقا ٻڌايا. نماز با جماعت، مسواڪ جا فضائل بيان ڪيا ويا.

ڇنڇر ڏينهن عصر نماز کان پوءِ جناب مشتاق احمد صاحب جي ڪوشش سان جي-پي-او (جنرل پوسٽ آفيس) ۾ ۴ وڳي سيني ملازمن کي دعوت ڏني ويئي. تقريباً ۳۰ ملازم آيا. شاه صاحب جن تمام سهڻي طريقي سان هڪ جامع پُر اثر تقرير فرمائي، نتيجي ۾ سڀني دوستن قلبي ذڪر حاصل ڪيو.

قبلا! هن عاجز هڪ مهينو هڪ ڏينهن هتي نوڪري ڪئي، خوش قسمتيءَ جي ڳالهه آهي، جو ڀرين ڀڳهار فقيرن جي دعوت ۽ دين اسلام جي پيغام تي خرچ ٿي.

دوستن جي محنت ۽ ڪوشش سان هت روحاني طلباء جماعت جي برانچ کولڻ جو پڻ پڪو ارادو آهي.

شاه صاحب جن ٽي ڏينهن تبليغ جي خيال سان رهيا. انهن ڏينهن ۾ ڪافي آفيسر به هيا، جيئن ته:

آزاد ڪشمير يونيورسٽيءَ جو رجسٽرار، پروفيسر محبوب الرحمان، مظفرآباد تبليغي جماعت جو امير عطا محمد صاحب، جامع مسجد حمام والي جي ڪميٽيءَ جو صدر ۽ بلديه جو سابق چيئرمن خواجه محمد عثمان، آرمي حوالدار محمد نظير، حوالدار محمد عبدالقيوم وغيره.

ان کانسواءِ لاتعداد دوڪاندار، ڪلارڪ، شهري ۽ شاگرد پڻ آيا.

شاهه صاحب جي روانگيءَ کان هڪ ڏينهن پوءِ پنڊيءَ کان ڊپٽي سيڪريٽري (وزير اعظم)جي فون آئي ته هن عاجز جا آرڊر نڪتا آهن، ان ڪري اچي ڊيوٽيءَ تي چڙهي. هن عاجز کي وزير اعظم جي پنڊي واري دفتر ۾ اسسٽنٽ سپرنٽنڊنٽ جي پڪي نوڪري ملي ويئي آهي.

اها خبر پڌي دوستن کي ڪجهه پريشاني ٿي. هن عاجز کين نصيحت ڪئي، هنن دوستن، جن ۾ روحاني طلباء جماعت جا عهديدار پڻ هيا، پوري عزم جو اظهار ڪيو ته انشاءالله تعالي جيڪا شمع محبوبن جي نوري نظر سان روشن ٿي چڪي آهي، ان کي هرگز اجهامڻ نه ڏينداسون.

# تبليغي خط (راولپنڊي)

فقير مظفر علي طاهري خياروي
C/o گهر نمبر A ـ 61، نورس اسٽريٽ
نورس ڪالوني، چوڪ ٽاهلي موري،
راولپنڊي، پاڪستان.

جناب مظفرعلي صاحب راولپنڊيءَ مان لکي ٿو ته تبلا! هن عاجز پنڊي پهچڻ شرط حضرت صاحب جن جي نوراني مشن جي سلسلي ۾ ڪم ڪرڻ شروع ڪري ڏنو آهي. پوسٽل سرڪل آفيس ۾ اسسٽنٽ ڊائريڪٽر رازي صاحب ۽ اڪائونٽس برانچ جي بن ساٿين صاحبن کي دعوت عرض رکي ويئي آهي. پنڊي ۽ اسلام آباد ۾ روحاني طلباء جماعت جي برانچ کولڻ جي باري ۾ اتان جي دوستن

سان صلاح مشورو ڪموونو، انشاء الله تعاليٰ حضور جن جي نگاهِ ڪرم سان عنقريب برانچون کولمون وينديون .

انشاء الله تعاليٰ وزيرِ اعظم جي دفتر ۾ پڻ هي عاجز ڪم شروع ڪندو ۽ کين حضور جن جو نوراني پروگرام ۽ پيغام پهچائيندو .

سائين اسماعيل شاھ صاحب جن کي هن عاجز مربستو احوال عرض رکيو. پاڻ تسلي ڏيندي، فرمايائون ته هر ڳالهه ۾ حڪمت هوندي آهي. هن عاجز کي پاڻ فرمان ڪيائون ته هر پندرهين ڏينهن يا هر مهيني اوهان مظفرآباد جو چڪر هڻندا . هن عاجز کي هن هفتي ۾ ٻه ڏينهن جمعو ۽ ڇنڇر موڪل آهي، ان ڪري مظفرآباد جو چڪر لڳائيندو رهندس. ان ڪانسواءِ آزاد ڪشمير جي دوستن سان خط و ڪتابت جي ذريعي به تعلق قائم آهي .

# تبليغي خط (ڪراچي)

شيخ محمد اقبال

اسلامڪ سينٽر، بي- بلاڪ،
نارٿ ناظم آباد - ڪراچي ٠٣٣

جناب شيخ محمد اقبال صاحب لکي ٿو ....

قبلا! اوهان جو محبت نامو ۽ جواب نامو مليو [illegible] تسلي ٿي، جيڪي سوال هن عاجز پڇيا هيا، اوهان انهن جو بلڪل تسلي بخش جواب موڪليو آهي . حضرت صاحب جن جي هنن جوابن نه رڳو منهنجي علم ۾ اضافو ڪيو آهي بلڪ تصوف جي حقيقت کي کولي منهنجي اڳيان رکيو آهي . جيڪي

دوست بيروني ممالڪ مان آيل آهن. انهن جي واسطي انگلش ۾ ترجمه ڪمو ويو آهي، اهي به هن خط کي پڙهي ڪري، انهن جي دلين ۾ تصوف ۽ صوفين جي محبت ، عقيدت زياده ٿي آهي.

قبلا! تبليغي ڪم وڏي ذوق شوق سان ٿيندو رهي ٿو. ڪافي نَون دوستن روحاني طلبه جماعت ۾ شرڪت ڪئي آهي. حضرت صاحب جن جي ڪراچيءَ واري دوري دوران نَون روحاني طلباء جماعت جون برانچون، هڪ لاسي محلہ مهاجر ڪئمپ ۽ ٻي چام صاحب ڪالوني سعيدآباد ۾ کوليون ويون آهن. الحمد لله! هنن برانچن جو به تمام سٺو ڪم هلي رهيو آهي.

حضرت صاحب جن جي نظر ڪرم سان روحاني طلباء جماعت جي ساليانه ڪانفرنس، جيڪا ڪراچي ”المرڪز الروحانيه“ ۾ منعقد ٿي، ڪافي ڪامياب رهي. هزارن جي تعداد ۾ جماعت ڪئي ٿي، نوجوانن جون تقريرون، عــزم، ارادا ۽ دين جو درد ڏسي حيران ٿي ويا.

هن عاجز سان گڏ آيل هوميوپيٿڪ جا ڊاڪٽر ايترا ته مسرور ۽ متاثر ٿيا جو پنهنجون ڪلينڪ بند ڪري پورو ڏينهن طلباء جماعت جو پروگرام ٻڌائون.

قبلا! اهوئي مزو ۽ فيض ملندو رهيو، جيڪو ساليانه اجتماع ۾ حضرت صاحب جن جي موجودگيءَ ۾ ملندو آهي. هن عاجز جي زبان کان ته بي اختيار هي الفاظ نڪري رهيا هئا ته اڄ ساليانه ڪانفرنس نه پر هي محسوس ڪري رهيو آهيان، جو ساليانه اجتماع الله آباد ۾ ٿي رهيو آهي ۽ حضور خود تشريف فرما آهن.

براه ڪرم حضور پنھنجي محبت سان نوازين، اعليٰ اخلاق، مرشد جي محبت ۽ صحبت، عشقِ رسول، سڀني دوستن سان حُسنِ سلوڪ سان پيش اچڻ جي توفيق نصيب ٿئي. الله تعاليٰ اهڙن ڪمن ڪرڻ جي توفيق عطا فرمائي، جنهن ڪان خود خدا، ان جو رسول، منهنجا مرشد ۽ والدين راضي ٿين

# تبليغي خط (اسلام آباد)

محمد فيض الحسن بخشي طاهري
C/o G. S. D.
نيلور اسلام آباد

جناب محمد فيض الحسن صاحب لکي ٿو....

قبلا! اوهان جي عاشق صادق قبله شاه صاحب جي قيادت هيٺ هي روحاني قافلو تبليغ واسطي روانو ٿيو.

سکر اسٽيشن ڪان اباسين ايڪسپريس ذريعي سفر جو آغاز ٿيو. ٽرين اندر ڪافي نوجوان شاگرد مليا، جن سان ڪافي محنت ڪئي ويئي، حضرت صاحب جن فيض برڪات جون ڳالهيون ۽ محبوبن جي پياري بستيءَ جو تعارف ڪرايو ويو. نوجوان گهڻو متاثر ٿيا. انهن ۾ محمد ابراهيم صاحب سکر جو، جيڪو اسلام آباد ۾ نوڪري ڪندو آهي ۽ ٻيو محمد ارشاد صاحب بهاولپور جو، حضرت صاحب جن سان تمام گهڻي عقيدت ۽ محبت رکي ٿو.

جڏهن گاڏي خانيوال اسٽيشن تي ڪجهه وقت بيٺي ته اتي به شاه صاحب حاضرين کي حضرت صاحب جن جي ديني درد ۽ امت جي فڪر ڪان آگاه ڪيو، ڪافي دوست طريقه عاليه ۾ داخل ٿيا.

جڏهن گاڏي لاهور پهتي تـه اسين محله ڪوٽلي پير عبدالرحمان ۾، هن عاجز جي چاچي مولانا بشير احمد صاحب، جيڪو ريلوي ۾ ملازم آهي، ان وٽ وياسين. فجر نماز بعد

مسجد حافظ تاجدين والي ۾ تبليغ جو اعلان ڪيو ويو. پهرياڻين هن عاجز مختصر نعت پڙهي، بعد ۾ حافظ غلام صاحب تقرير ڪندي فرمايو ته هن پُرفتن دؤر ۾ اهڙي بزرگ هستي به آهي جنهن جي صحبت بابرڪت اندر ، چور اچي ٿو ته مور بنجي وڃي ٿو ، زاني اچي ٿو ته دين جو باغي بنجي وڃي ٿو ، گهنگار اچي ٿو ته نيڪوڪار بنجي وڃي ٿو ، حاضرين ڏاڍا متاثر ٿيا.

لاهور کان پوءِ ننڪاڻه صاحب محلي جي جامع مسجد اندر روحاني محفل منعقد ڪئي وئي. اتفاقاً ٻارهين شريف جو ڏينهن هو ، مسجد اندر باقاعده ٻارهين شريف جو موقعو ملهايو ويندو آهي. اسان پروگرام تشڪيل ڏنو. نماز عشا ڪانپوءِ محفل جو آغاز ٿيو. نعت ڪانپوءِ اولياء الله جو شان ، صادقين جي صحبت جي ضرورت، محبوبن جي فيض برڪات جو بيان ڪيو ويو ، بعد ۾ ختم شريف ڪانپوءِ حلقه مراقبو ٿيو ۽ آخر ۾ تبرڪ تقسيم ڪيو ويو.

## تبليغي خط (لاهور)

فقير عبدالسلام

لکوڊيئر غوثيه مسجد،

تحصيل و ضلع لاهور

مولوي عبدالسلام صاحب لکن ٿا ته هيءُ عاجز لاهور شهر جي هڪ ڳوٺ لکوڊيئر ۾ تبليغ لاءِ ويو. نماز جمع جامعه مسجد غوثيه ۾ پڙهي ڪري، حلقه مراقبه ڪرايو ۽ ذڪر جي تلقين ڪئي ته ان موقعي تي هڪ عيسائي اچي چوڻ لڳو ته مولوي صاحب منهنجا رشتيدار ٻاهر مسجد وٽ ويٺا آهن ، اسان جو ارادو آهي ته مسلمان ٿيون.

هن عاجز کين ايمان جون دعائون پڙهائي، مسلمان ڪيو ، کين قلبي ذڪر به ڏنو ، هي جمله آٺ افراد آهن ۽ انهن جا اسلامي نالا به رکيا ويا آهن. ساڳئي وقت هڪ ماڻهوءَ کي مقرر ڪيو ويو آهي، جيڪو انهن کي نماز وغيره جي تعليم ڏيندو آهي.

بس، هي محبوبن جي خصوصي توجه جو اثر آهي.

فقير عبدالسلام ١٩-١-٨٦




جناب حاجي خير محمد صاحب جن تقريباً اٺ مهينا مڪہ معظم، مدينہ منوره ۽ جده شريف اندر تبليغ جو ڪم ڪندا رهيا، الحمد لله ! سٺو اثر نڪتو. هر جمعي رات حاجي محمد پنهل لاکي جي جاءِ تي روحاني اجتماع ٿيندو هو، جنهن ۾ آسپاس جا نوان خواه پراڻا فقير شريڪ ٿيندا هئا. آخر ۾ حاجي صاحب جن ذڪر جو حلقہ مراقبہ بہ ڪرائيندا هئا. ياد رهي تہ حضرت مولانا محمد ادريس صاحب ڏاهري بہ اهڙن موقعن تي شموليت فرمائيندا هئا.

سعودي حڪومت طرفان اعلان ڪيو ويو تہ جيڪي شخص بنا اِقامت جي هجن، انهن کي پڪڙي، واپس پاڪستان موڪليو وڃي، ڇو تہ حج جو موقعو قريب هو. حاجي صاحب جي دل گهريو پئي تہ آخر ۾ حج جي سعادت بہ حاصل ٿئي، پر پوليس جي انهيءَ پڪڙ پڪڙان ڪري حاجي صاحب ڏاڍو مايوس ۽ ملول نظر ايندو هو.

# خواب اندر خوشخبري

پاڻ خط اندر لکن ٿا ته رمضان شريف جي مهيني ۾ هڪ رات انهيءَ ڏک ۽ پريشانيءَ جي عالم ۾، حرم شريف ويس، تهجد نماز پڙهي، محبوبن ڪريمن جي روضي اطهر ڏانهن نمائيون نظرون ڪئي، دعا گهرڻ شروع ڪيم ته يا الله! تون مغموم دلين کي شاد ڪرڻ وارو آهين، اڄ منهنجي دل بيچين ۽ بيقرار آهي، هي تنهنجي حبيب صلى الله عليه وسلم جو حرم شريف آهي، تنهنجي حبيب جي صدقي، هن سائي گنبذ واري محبوب جي صدقي، منهنجي التجا قبول ڪر، منهنجو صرف اهو نماڻو عرض آهي ته مون تي منهنجا مرشد ڪريم راضي ٿين، جن جي رضا تنهنجي ۽ تنهنجي حبيب جي رضا آهي. بس عرض ڪرڻ شروع ڪري ڏنم ته اچي زبردست گريه ٿيو، بس پوءِ ته زبان سان ڪجهه به چئي ڪونه پيو سگهان، صرف اکڙيون گنبذ خضرا ۾ هيون، انهن مان زارو قطار گرم پاڻي وهي رهيو هو ۽ دل ۾ اهي دانهون ۽ فريادون هجن ته يا الله! مون تي منهنجا مرشد راضي ٿين، ڪافي وقت انهيءَ حالت ۾ گذريو، بس يڪدم مُنهن مٿان رومال وجهي، اکيون زوريءَ بند ڪري، محبوبن مرشدن ڪريمن جو تصور ڪري، ذڪر ڏانهن متوجه ٿيس، مگر گريه اڃان جاري هجي. چند منٽ گذريا، ڇا ڏسان ته منهنجا مرشد هادي حضرت سهڻا سائين منهنجي پاسي ۾ تهجد پيا پڙهن. بس، حضرت جن کي ڏسندي ئي مغموم دل ۾ خوشيءَ جي لهر ڇانئجي ويئي ۽ سوچڻ لڳس ته حضرت صاحب جن نفلن مان فارغ ٿين ته وڃي سندن قدمن مبارڪن تي ڪران ۽ معافي وٺان. ٿوري دير ڪانپوءِ پاڻ نفل ختم ڪري، دعا گهرڻ شروع ڪيائون. دعا ۾ ڏسان پيو ته سائينجن کي زبردست گريه هجي، هي عاجز سوچي پيو ته حضرت صاحب جن کي ايڏو گريه ڇاجي ڪري

ٿيو آهي، پاڻ ته الله تعاليٰ جا محبوب ۽ پياري پيغمبر جا پيارا آهن. مگر هي گريه، روح رازو صرف اسان گنهگار مريدن جي واسطي آهي ۽ اسان عاجزن جون بديون بخشرائي رهيا آهن.
بس، اهي ڳالهيون ۽ ڳوڙ ڳڙي، بي اختيار هي عاجز حضرت صاحب جن جي قدمن تي ڪري پيو، حضرت صاحب جن بڪدم پنهنجي دعا ختم ڪري، پاڪر ۽ ڪراڻي پائيندي فرمايائون ته ادا! اسان توهان کان ناراض نه آهيون، خط وغيره نٿو اچي ته اسان کي ڪجهه فڪر رهي ٿو. اڃان اهي پيار پريون ڳالهيون پوريون نه ٿيون ته اوچتو روضي مبارڪ مان هڪ خادم ڀڄندو آيو ۽ اچي چيائين ته قريشي! توهان ايتري دير ڇو ڪئي آهي، جلدي هلو، حضور اڪرم صلي الله عليه وسلم جن اوهان جي انتظار ۾ آهن. قبله سهڻا سائين جلدي اٿي ڏيئي اٿيا ۽ خادم جي پٺيان هليا، عاجز به حضرت صاحب جن جي پٺيان هلڻ لڳو. سائينجن حضور روضي اطهر جي دروازي وٽ پهتا ته دربان دروازو کوليو. حضرت صاحب جن بارگاهِ رسالت اندر وڃي لڳا ۽ هي عاجز به پٺيان هلڻ لڳو ته دربان مونکي روڪي ڇڏيو، ايتري ۾ اندران آواز آيو ته انهيءَ کي به ڇڏيو ته پلي اندر اچي. هيءُ عاجز به اندر ويو، ڇا ڏسان ته اندر تمام وڏو ميدان آهي، جنهن تي غاليچا وڇايا پيا آهن، انهن تي نوراني چهرن سان بزرگ ويٺا آهن، هڪ نوراني حسين تخت هو جنهن تي حضور اڪرم ﷺ جن پاڻ تشريف فرما آهن. عجيب و غريب دربار هئي، خوشبوءِ حد کان زياده هئي. آءٌ نوراني هيبت برداشت ڪري نه سگهيس، پوءِ بڪدم هڪڙي پاسي، بعض بزرگن جي پويان نهايت ادب سان گوڏا پيچي ويهي رهيس. حضرت قبله سهڻا سائين، حضور اڪرم ﷺ جن جي ويجهو ويا. پاڻ سڳورا ان وقت ڪي دفتر ڏسي رهيا هئا. ٿوري دير کانپوءِ حضور جن مٿي نهاريو ته سائينجن به بيٺا هيا، ڪمن هڪ وڏو دفتر هٿن ۾ هو. بس

حضور اڪرم ﷺ جن آئي سهڻا سائين جن کي ڀاڪر پائي مليا ۽ خوش مرحبا ڪرڻ لڳا. حضور جن کي ڏسي سڀئي حاضرين مجلس اٿي بيٺا ۽ حضور جن جو سهڻي سائين ۽ سان پيار ڏسي، سڀئي سائينجن ڏانهن ڏسڻ لڳا. پوءِ هڪ نوراني جوان سائينجن کي ڀاڪر پائي، پنهنجي پاسي ۾ ويهاريو. مون پنهنجي پر واري بزرگ کان پڇيو ته سائين! اهو نوراني چهري وارو جوان ڪير آهي، جنهن منهنجي مرشد هاديءَ کي سڪ ۽ محبت سان ڀاڪر پائي پرسان ويهاريو آهي. ان بزرگ جواب ڏنو ته اهو سهڻو جوان، حضرت صديق اڪبر رضه آهي. ٿوري دير ڪانپوءِ فجر جي اذان شروع ٿي، ڏسان پيو ته حضور اڪرم ﷺ جن نماز جي تياريءَ ۾ مصروف آهن ۽ حاضرين مجلس به اٿي لاءِ تيار ٿي ته ايتري ۾ حضرت سهڻا سائين جن جي هٿن مبارڪن ۾ جيڪو دفتر هيو، اهو کڻي حضور اڪرم ﷺ جن جي اڳيان رکيائون. حضور اڪرم ﷺ جن سهڻا سائين جن جي چهري مبارڪ ڏانهن ڏنو ۽ مُرڪندي فرمايائون ته قريشي! اسان توهان کان ۽ اوهان جي غلامن مبلغن کان تمام راضي ۽ خوش آهيون، اوهان هن فتني فساد جي دؤر ۾ اسان جي دين جي وڏي خدمت ڪئي آهي، هن وقت رمضان شريف ۾ به ڏسي رهيا آهيون ته اوهان جا غلام روزن جي تڪليف باوجود هر جڳهه، تي دين جي تبليغ ڪري رهيا آهن، اسان بالڪل خوش آهيون. پوءِ حضور اڪرم ﷺ جن سهڻا سائين جن کان اهو دفتر وٺي بنان پڙهڻ جي يڪدم پنهنجي رضامندي جي، دستخط ڪري، پاسي ۾ ويٺل هڪ نوراني شخص کي ڏنائون. ان بزرگ کان

پڇيم ته سائين اهو نوراني بزرگ ڪير آهي. بزرگ فرمايو ته اهو ملائڪ سڳورو آهي. ايتري ۾ جماعت جي تڪبير لڳي ۽ حضور اڪرم ﷺ جن مصلي مبارڪ تي تشريف فرما ٿيا ۽ پاڻ ٻه رڪعتون نماز پڙهايائون ۽ حاضرين جماعت صف ٻڌي حضور جن جي پٺيان نماز ادا ڪئي. نماز کان بعد پاڻ ڪريمن جماعت ڏانهن منهن مبارڪ ڪري دعا گهرايائون، بس سڄي جماعت جي مٿان گريه جي حالت ٿي وئي. خبر ناهي خواب هو يا حال هو، حرم شريف جي هڪ خادم اچي مون کي لوڏي اٿاريو، چيائين ته اٿي نماز جي تياري ڪر، جماعت تيار آهي. سجاڳ ٿيس، سوچيان پيو ته نماز ته مون هاڻي پڙهي آهي، ٻي نماز ڪهڙي پڙهان. سوچيندي سوچيندي اهو نيهن جو نشو لٿو ۽ ڏاڍو خوش ۽ باغ بهار ٿيس. پوءِ خوشي وچان ڪجهه پئسا ڪڍي حرم شريف ۾ خيرات ڪيم.

ياد رهي ته مذڪور خط، "راقم الحروف" وٽ موجود آهي. ان کان علاوه حاجي خير محمد صاحب جن روبرو "راقم الحروف" کي ٻڌايو ته ساري مجلس خوشبوءِ سان معطر هئي. جڏهن آءٌ خواب مان سجاڳ ٿيس ته منهنجي جسم ۽ ڪپڙن اندر ايتري ته خشبوءِ هئي جو آءٌ پنهنجي جسم ۽ جان کي سنگهي رهيو هوس.




حضرت قبلہ سهڻا سائين رحمة الله عليه جن نہ رڳو تبليغ لاءِ وفد روانا فرمايا پر انهن جي تعليم و تربيت ۽ طريقہ عاليہ جي اشاعت لاءِ مختلف شهرن ۾ روحاني مرڪزن جو بہ قيام فرمايو تہ جيئن تبليغ جو ڪم منظم ٿئي ۽ طريقہ عاليہ جي اشاعت ۾ بہ سهوليت پيدا ٿئي.

صوبہ سنڌ:

١- درگاه فقير پور شريف اسٽيشن راڌڻ ضلع دادو.
٢- درگاه الله آباد شريف ڪنڊيارو ضلع نوابشاه.
٣- درگاه طاهر آباد شريف چارڪي موري تعلقہ ٽنڊو الهيار.
٤- المرڪز روحاني مهاجر ڪئمپ 4½ ڪراچي.
٥- المرڪز نوراني (شاه نوراني- بلوچستان).

صوبہ پنجاب:

١- مرڪز روح الاسلام بيديان روڊ لاهور.
٢- درگاه رحمتپور شريف بچيڪي ضلع شيخو پوره.
٣- روحاني مرڪز ظفر وال، چڪ نمبر ٥٦٢.
٤- روحاني مرڪز ننو چڪ فيصل آباد.

## بيروني ممالڪ:

۱- روحاني مرڪز الصفا دبئي.

**نوٽ:** روحاني مرڪز درگاه **فقير پور شريف** جو مڪمل احوال، **سوانح حيات** "حضرت سهڻا سائين" جي ٻهرڳين حصي ۾ اچي چڪو آهي.

# طاهرآباد شريف

درگاه فقيرپور شريف جا ابتدائي ڏينهن هئا، روز و شب تبليغ لاءِ نت نيون صلاحون ۽ مشوره ٿيندا رهندا هئا.

حضرت قبلا **سهڻا سائين** رحمة الله عليه فرمائيندا هئا ته حضرت امير عمر رضہ کي جهاد لاءِ ايترو ته شوق ۽ جنون هو جو فرمائيندا هئا ته نماز ۾ بہ گويا جنگي سامان تيار ٿيندو رهي ٿو.

**فرمايائون** ته اسان کي بہ هر وقت اهوئي فڪر لاحق رهي ٿو تہ ڪهڙي طرح امت رسول مقبول ﷺ جن جي غمخواري ۽ همدردي ڪئي وڃي. سندن انقلاب انگيز تقريرون جماعت ۾ نئون **روح**، نئون جذبو ۽ نئون **جنون** پيدا ڪري ڇڏيو. **تقرير** دوران فرمايائون تہ آهي ڪو مجاهد، جيڪو دين جي خاطر تبليغ لاءِ ٻاهر نڪري؟ بس، انهيءَ پڪار پٺان جي دير هئي، جماعت بي اختيار ٻنهي هٿن کي بلند ڪري لبيڪ لبيڪ جا آواز بلند ڪيا.

**فرمايائون** تہ ٿر جي علائقي ۾ ننگرن جي اڪثريت آهي، لاڙ جو علائقو پڻ انهن سان ڀريل آهي، اتي جي ڪمزور

إيمان مسلمانن تي انهن جا ڪافي ٻُرا تاثرات آهن، ڪي اهڙا مردِ مجاهد هجن، جيڪي اتي پهچي تبليغ جو ڪم ڪن. چنانچه ڪيترا خلفاء ڪرام انهيءَ ارادي سان نڪري پيا ۽ اتان جا ڪافي ماڻهو دربار عاليه تي آندائون، جن مسلمانن جا درد ڀريا داستان ٻڌايا.

حضرت قبله سهڻا سائين رحمة الله عليه جن کي اڃان به زياده تبليغ جو حرص پيدا ٿيو ۽ فرمايائون ته ٻري علائقي جا ماڻهو آهن، انهن کي غُربت يا ڪن ٻين سببن جي ڪري هيتِ پهچڻ ڏکيو ٿو ٿئي ڇو نه اسان ڪجهه وقت انهن جي قريب رهون، اتي ديني جلسا ڪرائي، انهن جي خدمت ڪيون، ائين ڪرڻ سان اڃان به وڌيڪ ڪم ٿيندو.

ٽنڊو الهيار کان ٢ ميل ٻري ڇمبڙ روڊ تي ڳوٺ خان محمد بوزدار ۾ حضرت سيدي و مُرشدي قبله پير مٺا رحمة الله عليه جن جي وقت جي پراڻي جماعت سڪونت پذير آهي، ان جاءِ تي حضرت پير مٺا رحمة الله ڪافي وقت رهيا هيا ۽ اتي مرڪز بنائڻ جو ارادو به ڪيو هئائون. پر افسوس! جو اهو ڪم پورو ٿي نه سگهيو ۽ سندن وصال مبارڪ ٿي ويو. الحمد لِلهِ! حضرت پير مٺا رحمة الله عليه جن جي هن اميد ۽ آرزوءَ کي حضرت قبله سهڻا سائين رحمة الله عليه جن عملي جامو پهرايو.

راقم الحروف به حضرت پير مٺا رحمة الله عليه جن جي رفاقت ۾ ڪيترا ڀيرا ڳوٺ خان محمد بوزدار ۾ آيو هو. ڳوٺ جي بوزدار فقيرن حضرت سهڻا سائين رحمة الله عليه جن کي گڏجي عرض ڪيو ته قبلا! اسان وٽ سائينجن اهڙو تبليغي مرڪز کولين ۽ اتي قيام ڪن، انشاء الله تعاليٰ سڄي تر علائقي ۾ رنگ لڳندو. انهن محبت وارن فقيرن جي گهڻي منٿ ميڙ بعد صلاح مشوره سان حضرت سهڻا سائين رحمة الله عليه جن

درگاه فقيرپور شريف کان چند احبابن سميت اتي پهتا ۽ هر پندرهين ڏينهن جلسو مقرر فرمايائون.

سفر تمام ڏکيو هو، تاهم الله پاڪ جي رضا ۽ خوشنودي خاطر تڪليفون سِر تي سهي بہ مهينا اتي قيام ڪيائون. تبليغ اشاعت لاءِ سندن غلام ترُ ۽ لاڙ جي دور دراز علائقن ۾ ڦهلجي ويا ۽ هزارن جي تعداد ۾ خدا جي خلق اچڻ لڳي، چنانچه ٻئي مهينا تبليغ جو ڪم زور شور سان هلڻ لڳو. ڪيترا بدڪار ۽ بيدين شخص سڌري نيڪوڪار بڻجي پيا. جڏهن حضرت سهڻا سائين رحمة الله عليه جن واپس وڃڻ لاءِ موڪلائڻ پيا تہ گوٺ جا ماڻهو زاروقطار روئڻ پيا ۽ عرض ڪيائون تہ سائين اسان وٽ دائمي رهي پئو. پاڻ انهن کي ٻئي سال اچڻ جو دلاسو ڏيئي واپس درگاه فقيرپور شريف پهتا.

چنانچه ٻئي سال بہ اهڙي طرح ان گوٺ ۾ آيا ۽ لڳاتار ٽي يا چار سال انهن ايندا رهيا ۽ تبليغي ڪم تيزيءَ سان وڌندو رهيو. ترُ، لاڙ، حيدرآباد، ڪراچي، لس٘ بيلا، بلوچستان کان هزارن جي تعداد ۾ جماعت پهچڻ لڳي، تانتہ پنجاب ۽ سرحد جا ماڻهو بہ اتي پهتا. جاءِ جي تنگي ۽ گوٺ وارن جي تڪليف جو خيال رکندي، پاڻ فرمايائون تہ جدا مرڪز هجي جتي فقيرن کي سهولت ٿئي.

باهمي صلاح مشوره بعد ان گوٺ کان هڪ فرلانگ اتر طرف هڪ جاءِ منتخب ڪئي ويئي ۽ اتي درگاه ”طاهرآباد شريف“ جو بنياد رکيو ويو. پهرئين سال ايترين جاين بہ تيار نہ هيون، برسات بہ تمام گهڻي پيئي هئي، ان ڪري ڪافي تڪليف محسوس ٿي، پر هنن عاشقن صادقن هن تڪليف کي بہ خنده پيشانيءَ سان برداشت ڪندي، درگاه شريف جي تعمير جو ڪم جاري ۽ ساري رکيو.

تعمير دوران عجيب حالت هئي، علماء، خلفاء، طلباء، آفيسر، زميندار، الغرض غريب امير سڀ گڏجي ڪم ڪري رهيا هئا. ذڪر جي مستي ۽ جنون هر ماڻهوءَ جي مٿان غالب هو. عجيب رنگ نظر آيو ٿي، ڄڻ ته ڪوئي مسجد نبوي ﷺ جي تعمير وارو نقشو سامهون هو.

عين موقعي تي، هڪ ڏينهن سنڌ يونيورسٽيءَ مان ڪجهه شاگرد زيارت لاءِ آيا ۽ اچڻ شرط انهن پير صاحب جي پڇا ڪئي. خادم ٻڌايو ته حضرت صاحب جن اِجهو هي آهن، جيڪي جماعت جي وچ ۾ مٽيءَ جي تغاري مٿي تي کنيو پيا اچن. شاگرد هيءَ حالت ڏسي حيران ٿي ويا ۽ چيائون ته واقعي الله وارا هي آهن، اسان سمجهيو ته هتي ڪو وڏو ٺٺ ٺانگر هوندو.

حضرت قبله سهڻا سائين رحمة الله عليه جن جي، مسجد جي ڪم ڪرڻ ۽ تغاري کڻڻ وارو منظر، اڄ به "راقم الحروف" جي اکين اڳيان موجود آهي.

الحمدلله! اڄ به اها درگاه ۽ درسگاه پُر رونق آهي، لکين ماڻهو هن چشمي تان سيراب ٿي رهيا آهن. سال ۾ ٻه يا ادائي مهينا هتي حضرت صاحب جن جو قيام رهندو آهي. ان بعد حضرت صاحب جن جو پيارو ۽ پراڻو غلام خليفه حاجي محمد علي صاحب اتان جو نظام سنڀاليندو رهندو آهي.

حضرت صاحب جن جي غير موجودگيءَ ۾ به مذڪور حاجي صاحب کي "راقم الحروف" ڪمترا ڀيرا مسجد شريف جي اوساري ڪندي ڏٺو آهي.

هتي هڪ عربي مدرسه "جامعه عربيه طاهريه" به آهي، جنهن جو مُدرس ۽ منتظم، مذڪور خليفه صاحب جو صاحبزاده مولوي غلام مصطفيٰ صاحب آهي. ٻئي پيءُ - پٽ تمام مخلص ۽ وفادار آهن. الله تعاليٰ کين دين و دنيا ۾ بهتر

اجر عطا فرمائي ۽ محبوبن جي هن مرڪز ۽ ديني درسگاه کي شاد ۽ آباد فرمائي - (آمين) .

**نوٽ:** تقريباً ٻارهن سالن کان هيٺي ڏهن جي تبليغ جو ڪم جاري ۽ ساري آهي.

ياد رهي ته هن مرڪز جو قائم ٿيڻ، هتان جي قريبي باشندن جي محبت جو نتيجو آهي. ننڍا وڏا مرد، عورتون با شرع، نيڪ، صالح ۽ پرهيزگار آهن. سندن محبت ۽ محنت جا داستان هميشه جماعت بيان ڪندي رهندي آهي. جيترو به عرصو حضرت قبله سهڻا سائين جن هتي رهندا آهن ته ڳوٺ مان سيئي مرد فقير اچي ڪري، پنج ئي وقت نماز با جماعت هتي پڙهڻ ايندا آهن. سائين وقت روزانو صبوح جو مستورات ايترو پنڌ ڪري وعظ، تقرير ۽ ديني مسئلن ٻڌڻ لاءِ لازمي حلقه مراقبه ۾ شامل ٿينديون آهن.

هن درگاه تي آٽ يا ڏهه گهر آهن، جن مان پنجئي گهر مستقل آهن، باقي گهر، حضرت صاحب جن سان گڏ ايندا آهن ۽ وري گڏ واپس ويندا آهن. درگاه الله آباد شريف جو مدرسه، معلم، طلباء ۽ خلفاء ڪافي تعداد ۾ اهو عرصو هيت قيام ڪندا آهن.

ياد رهي ته هن درگاه تي به لنگر جو انتظام وغيره سڀ حضرت جن جي طرفان هوندو آهي. مدرسي وغيره لاءِ ڪنهن به پاڙي واري ذي زڪوات، فطره يا خير خيرات لاءِ ڪوبه ساٿهو نه ويندو آهي. ڪنهن به قسم جو سوال چندو وغيره نه ٿيندو آهي، محض 'توڪل علي الله' هي ڪم هلي رهيو آهي.

حضرت قبله سهڻا سائين رحمة الله عليه جن جا پيارا ورثاء، مخلص، وفادار، صاحب نسبت، صاحب بصيرت،

صاحبِ ڪمالات خليفه حضرت سائين نصيرالدين شاه صاحب جن پنهنجي پوري زندگي عاشق آباد کان وٺي الله آباد تائين گذ گذاري، هڪ گهڙيءَ لاءِ به محبوبن کان جدائي سهي نه سگهيا. آخري عمر ۾ پاڻ تبليغ جي ارادي سان حضرت قبله سهڻا سائين رحمة الله عليه جن جي رفاقت ۾ درگاه طاهرآباد شريف پهتا.

ڪجهه ڏينهن ڪانپوره سندن طبعيت خراب ٿي پئي ۽ آخر اُن تبليغي سفر ۾ ئي پاڻ وصال فرمائي ويا. إِنَّا لِلّٰهِ وَإِنَّا إِلَيْهِ رَاجِعُوْنَ. سندن وصال تي حضرت قبله سهڻا سائين جن کي سخت دلي صدمو رسيو، پاڻ ڪافي وقت زارو قطار روئندا رهيا. ڪافي عرصو تہ موقعن تي سائين شاه صاحب جن کي ياد ڪندي، اکين مان ڳوڙها وهائيندا رهيا.

حضرت قبله سهڻا سائين رحمة الله عليه بيماري دوران جڏهن سول اسپتال ڪراچيءَ ۾ داخل هيا تہ سائين شاه صاحب جن سان گڏ "راقم الحروف" به اسپتال ۾ موجود هو. حضرت صاحب جن سائين شاه صاحب جن کي فرمايو تہ اوهان واپس درگاه شريف تي وڃو، اسان جا ننڍڙا ٻانا - ٻانا پڪاريندا هوندا، انهن کي وڃي دلداري ڏيو.

بهرحال حضرت قبله سائين شاه صاحب جن هن علائقي جي بوزدارن فقيرن تي ڪافي محنت ڪئي هئي، سندن محنت ۽ ڪوشش جو نتيجو اج اکين سان ڏسي رهيا آهيون. آخر بوزدار فقيرن جي گهڻي اصرار تي سائين شاه صاحب جن جي مزار مبارڪ، بوزدار فقيرن جي آبائي مقام اندر بنائي وئي.

هيءَ به ياد رهي تہ جڏهن هتي ڪو روڊ ۽ رستو نہ هو، ان وقت "راقم الحروف" حضرت پيرمٺا رحمة الله عليه جن جي زيارت لاءِ هن ڳوٺ ۾ ايندو هو تہ "راقم الحروف"

جو هڪ پراڻو جهونڙو دوست ميان محمد حسن بوزدار ، سائيڪل ڪاهي تنبدي الهيار پهچي، پنهنجي ڳوٺ وٺي ايندو هو.

نوٽ: ياد رکڻ گهرجي ته انشاء الله تعاليٰ ٻئين حصي ۾ حضرت قبله سائين شاه صاحب جن جي سوانح حيات لکي وينديسي ، دوست احباب ، مريد معتقد ، هن حصي جو انتظار ڪندا






حضرت قبله سهڻا سائين رحمة الله عليه جن تبليغ سان گڏ ديني علم طرف خصوصي توجه فرمايو، سندن نوراني نظر ۽ باطني توجه سان سنڌ اندر ڪافي انداز ۾ ديني مدرسن جو قيام ٿيو، جتي اڪثر درسِ نظاميه پڙهايو وڃي ٿو.

١- جامعه غفاريه الله آباد (ڪنڊيارو). ٢- جامعه غفاريه فقيرپور (راڌڻ). ٣- جامعه عربيه طاهريه طاهرآباد (ٽنڊوالهيار). ٤- جامعه عربيه بخشيه (نئون ديرو). ٥- ڪنز العلوم بخشيه (دادو). ٦- جامعه محمديه (شاهپور جهانيه). ٧- شمس العلوم (قصبه جوهي). ٨- دارالفيوض (مهاجر ڪئمپ ڪراچي). ٩- نورالاسلام بخشيه مجدديه (نارٿ ناظم آباد ڪراچي). ١٠- دارالعلوم نوراني بخشي مجددي (شاه نوراني بلوچستان). ١١- دارالعلوم طاهريه (خيرپور ناٿن شاه). ١٢- مدرسه خيرالعلوم (ابڙال - ٺٽو). ١٣- مدرسه اقباليه بخشيه (لاڪڙا - بلوچستان). ١٤- تعليم الاسلام (آوٺل -

بلوچستان). ١٥- مدرسه طاهريه (نصيرآباد-لاڙڪاڻو). ١٦- مدرسه بخشيه طاهريه (صوبو ديره-ڪمبٽ). ١٧- مدرسه اطهر العلوم (غريب آباد-مورو). ١٨- مدرسه نورالاسلام بخشيه (متصل مٺياڻي)

## اعليٰ تعليم حاصل ڪرڻ:

حضرت قبله سهڻا سائين رحمة الله عليه جن ذهين، فهيم ۽ هوشيار طالبن کي اعليٰ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ مختلف مدرسن ۾ موڪلائون ته جيئن اهي طالب هر فن ۽ ٻوليءَ ۾ ماهر بڻجي، تبليغ جي اهم فريضي واسطي دنيا جي جدا جدا ملڪن ۾ پهچي، طريقه عاليه جي اشاعت، دين جو درد ۽ امت جو فڪر عوام تائين پهچائين.

الله تعاليٰ جي فضل و ڪرم سان اهي عزم ۽ نيڪ ارادا سچا ثابت ٿيا.

١- مدرسه رڪن الاسلام (حيدرآباد).

## پهريون وفد:

حضرت قبله سائين صاحبزاده صاحب، عبدالخالق شاه صاحب جي رفاقت ۾ قاري محمد طفيل صاحب وٽ رهي،

قرائت جو فن حاصل ڪيو . سائينجن سان گڏ قاري خادم حسين ، مولوي جلال الدين ، مولوي امام علي صاحب هئا .

ٻيو وفد:

مولانا رضا محمد، مولوي محمد رمضان ، مولوي حبيب الرحمان، مولوي محمد نواز ، مولوي محمد داؤد، مولوي محمد بشير ، مولوي عزيزالرحمان ، مولوي غلام حسين ۽ ٻيا احباب ساڳئي مدرسي ۾ حضرت مولانا محمد اشرف صاحب بندبالوي جي خدمت ۾ رهي فلسفه منطق ۽ ديگر فنون حاصل ڪيائون .

قاري القراء مولانا طفيل احمد صاحب جن فن قراءت ۾ پنهنجو مٽ پاڻ آهن . ڪجهه سال مدينه عالم ۾ به قراءت جو درس پڙهايو اٿن . هڪ دفعو بارهين شريف جي موقعي تي درگاه فقيرپور شريف آيا هئا، اتي صبوح جو ختم خواجگان ۾ تلاوت فرمايائون . سندن تلاوت ڪرڻ سان حضرت قبله سهڻا سائين جن جي مٿان رقت قلب طاري هئي . مولانا ڪريم بخش صاحب جذبي جي حالت ۾ فرمائي رهيا هئا : ڄڻ ته قرآن جو نزول هينئر ٿيو ٿئي .

مولانا محمد رفيق صاحب جن به قاري صاحب سان گڏ درگاه شريف تي آيا هئا. پاڻ مدرسه رڪن الاسلام ۾ مدرس هئا . هيتري علم هئڻ جي باوجود مٿي تي دستار مبارڪ ڪانه هوندي هئي ۽ نماز به جماعت سان ڪڏهن ڪڏهن پڙهندا هئا. مگر دربار عاليه کان جڏهن واپس مدرسي پهتا ته نماز با جماعت، دستار ٻڌي پڙهندا هئا . حيدرآباد ۾ هڪ جلسو هيو، جنهن ۾ شاگرد ۽ استاد گڏ وڃي رهيا هئا ته محبوبن جي شاگردن کي

مٿن تي دستارون ڏسي، مولانا موصوف چيو ته ڀلو، آءٌ به دستار ٻڌي اچان ته سڀ نقشبندي ٿي هلون.

مدرسي رڪن الاسلام ۾ حضرت صاحب جن جا طالب، ٻين مدرسن جي طالبن کان تعليم و تربيت، اخلاق و اعمال ۾ ممتاز رهيا. هر خميس تي پڙهائيءَ کانپوءِ تقريرون ٿينديون هيون. آخر ۾ حضرت قبله مفتي محمود صاحب نقشبندي تقرير ڪندا هئا ۽ پنهنجي گفتگوءَ ۾ محبوبن جي موڪليل شاگردن جي تعريف ڪندا هئا ۽ پاڻ فرمائيندا هئا ته آءٌ الله تعاليٰ جو شڪر ٿو ڪيان جو هيڙي دور ۾ اسان کي ذاڪر ۽ تهجد گذار شاگرد مليا آهن ۽ محض علم جي طلب لاءِ آيا آهن.

مفتي صاحب هر جمعي نماز کانپوءِ مڪتوبات امام رباني مجدد الف ثاني جو درس ڏيندا هئا. مڪتوبات جي عبارت صاحبزادهء محمد زبير صاحب پڙهندا هئا، ترجمه ۽ تشريح حضرت قبله مفتي صاحب ڪندا هئا، انهيءَ درس ۾ به سبقت، محبوبن جي موڪليل طالبن کي هئي، جو ته ٻيا شاگرد مختلف مسجدن ۾ مؤذن ۽ امام هيا. مفتي صاحب مزاحيه انداز ۾ فرمائيندا هئا ته علم جي طلب وارا منهنجي قريب آهن، جيڪي علم جا طالب نه آهن ۽ دنيا جا طالب آهن سي پوئتي جتين جي جاءِ تي ويٺا آهن.

٢. مدرسه احسن البرڪات (حيدرآباد)

مولوي محمد رمضان، مولوي محمد داؤد ۽ ٻيا احباب، حضرت شيد محمد هاشم علامه فاضل شمسي صاحب وٽ دوره حديث ۽ ٻيا فنون حاصل ڪيائون.

## ٣. المركز قادريه (ڪراچي)

حضرت قبله سائين صاحبزاده صاحب، سائين رفيق احمد شاه جي رفاقت ۾ چند دوستن، مولوي محمد سعيد، مولوي عبدالرحيم، مولوي رحمت الله، مولوي غلام مصطفي، مولوي شفيع محمد، مولوي محمد عاشق، مولوي محمد سليمان سان گڏ شيخ الحديث حضرت علامه مولانا منتخب الحق صاحبؒ جي خدمت ۾ رهي دورهٔ حديث ۽ ٻيا فنون حاصل ڪيائون.

هن مدرسي اندر ٻيروني ممالڪ موزنبيق (افريقه)، گهانا، انڊونيشيا، برما، افغانستان جا تقريباً ڇهه طالب رهندا هئا.

ياد رهي ته حضرت قبله سائين صاحبزاده جن بيضاوي شريف، مسلم الثبوت، شرح العقائد، مشڪواة شريف، هدايه، ميبذي، ڪتابن جي ساليانی امتحان ۾ پوري مدرسي اندر فرسٽ پوزيشن ڪئي هئائون.

دورهٔ حديث جي ٻنهي سالن ۾ اسان جي مدرسن جا طالب فرسٽ، سيڪنڊ، ٿرڊ پوزيشن حاصل ڪندا رهيا.

شيخ الحديث حضرت مولانا منتخب الحق صاحب ٻڌايو ته اڳ هر مدرسي اندر دورهٔ حديث هڪ سال پڙهائيندو آهيان پر اوهان طالب، جيڪي اندروني سنڌ کان آيا آهيو، انهن جي لياقت ۽ شوق ڏسي دل گهري ٿي ته ٻه سال پڙهايان ۽ ٻاڻ مڪمل ٻه سال دورهٔ حديث پڙهايائون ۽ ساڳي وقت جيڪا موڪل ١٥ شعبان کان ١٥ شوال تائين ٿيندي آهي، ان موڪل دوران به ٻاڻ پڙهائيندا رهيا.

مولوي عبدالرحيم صاحب راقم الحروف کي ٻڌايو ته دستار بنديءَ جي موقعي تي مدرسي جي مهتمم ڊاڪٽر وجيه الله

علوي ذڪ وڃڻ جهڙو افسوس! اڄ اسان وٽان سٺا طالب هليا ويا. شيخ الحديث مولانا منتخب الحق صاحب فرمايو ته هي اوهان جي خوش قسمتي آهي، جو پهرين سال اهڙا محنتي ۽ ذهين طالب اوهان کي مليا آهن.

عراق جي حڪومت طرفان هڪ وفد پاڪستان جي دوري دوران مدرسه المرڪز قادريه ۾ آيو، مدرسي جي نظام کان متاثر ٿي چيائون ته اسان هر سال اوهان جي ٻن طالبن کي اسڪالرشپ ڏينداسون، جيڪي بغداد يونيورسٽيءَ ۾ اعليٰ تعليم حاصل ڪندا. مدرسي جي انتظاميه ٻن طالبن مولوي عبدالرحيم ۽ مولوي محمد سعيد صاحب جن جو نالو انتخاب ڪيو.

هن وقت حضرت مولانا محمد رمضان صاحب، جيڪو اسان جي مدرسي جو فارغ التحصيل آهي، المرڪز قادريه اندر مدرس جي حيثيت سان پڙهائيندو رهي ٿو.

## ٤- المرڪز اسلاميه (ڪراچي)

مولانا انوار المصطفيٰ، مولوي غلام محمد، مولوي محمد اسحاق، مولوي نور علي نوري، مولوي محمد صادق بلوچ ۽ چند ٻيا دوست، دنيا جي مختلف ملڪن جون ٻوليون، تبليغ واسطي خصوصي فن ۽ طريقهءِ ڪار سکڻ لاءِ هن مرڪز اندر ويٺا.

الحمد لله! حضرت صاحب جن جي نظرِ ڪرم سان اسان جي طالبن هر فن ۽ مضمون ۾ سٺيون پوزيشنون حاصل ڪيون آهن. ڪافي مضمونن ۾ مولانا انوار المصطفيٰ صاحب فرسٽ پوزيشن حاصل ڪئي. سندن اخلاق ۽ حسين ڪردار ڏسي، استاد به انهن کي عزت ۽ عقيدت جي نگاهن سان ڏسندا هئا.

هيءُ نيڪ صورت ۽ نيڪ سيرت نوجوان، منهن تي ڏاڙهيون رکهل ۽ مٿي تي پيارا پٽڪا ٻڌل، ٻيروني ممالڪ مان پهتل طالبن کي پنهنجو همراز ۽ هم خيال بنائي ڇڏيو.

سندن محنت ۽ ڪوشش سان ساٿوٿ آمريڪا، آسٽريليا، افريقا، سوڊان، افغانستان ۽ ٻين ملڪن جا طالب، حضرت صاحب جن وٽ پهچي، طريقه عاليه ۾ داخل ٿيا ۽ بعد ۾ پنهنجي ملڪ وڃي، محبوبن جو هيءُ ديني درد، فڪر ۽ جنون ٻين تائين به پهچايائون.

اڄ به سندن تبليغي خطوط درگاه شريف تي ايندا رهندا آهن. ياد رهي ته جڏهن اسان جا طالب پڙهندا هيا ته "راقم الحروف" ٻنهي مرڪزن، المرڪز قادريه ۽ المرڪز اسلاميه وٽ هو ۽ دوستن جي تعاون سان منهنجي عام معلومات ۾ ڪافي اضافو آيو آهي.

٥- مدرسه قمرالاسلام (ڪراچي):

مولوي ارشاد الله، مولوي خادم حسين، مولوي عبدالغفور، مولوي قائم الدين ۽ ٻيا دوست لغت عربي جي مشهور اديب شيخ جواد مصري وٽ لغت عربي ۽ ٻيا فنون حاصل ڪيائون.

٦- دارالعلوم (ڪراچي):

مولوي عبدالرحيم، حافظ شبير احمد، مولوي رشيد احمد، مولوي محمد حسن، مولوي غلام رسول ۽ ٻيا دوست، مفتي محمد شفيع صاحب جي مدرسي اندر فقه ۽ فتويٰ جي خصوصي تعليم حاصل ڪيائون.

### ٧ـ دارالعلوم نعيميه (ڪراچي):

مولوي عبدالغفور چانڊيه، مولوي ارشاد الله ۽ ٻيا دوست مفتي شجاعت علي قادري ۽ مولانا غلام رسول صاحب سعيدي وٽ حديث ۽ فقه جي تعليم حاصل ڪيائون.

### ٨ ـ جامع رضويه (فيصل آباد):

مولوي عزيزالرحمٰن صاحب، هن مدرسي طرفان تنظيم المدارس جو امتحان ڏنو، جنهن ۾ سڄي پاڪستان اندر فرسٽ ڪلاس سيڪنڊ پوزيشن ۽ پنجاب اندر فرسٽ ڪلاس فرسٽ پوزيشن حاصل ڪئي.

### ٩ـ جامعه آويسيه رضويه (بهاولپور):

مولانا حبيب الرحمٰن، مولوي غلام حسين، مولوي محمد سعيد، مولوي محمد رفيق، مولوي نورالحق ۽ ٻيا دوست حضرت مولانا ابوالصالح محمد فيض احمد آويسي صاحب جي خدمت ۾ رهي دورهٔ تفسير پڙهيائون.

علامه صاحب اسان جي مذڪوره طالبن کان ايتري قدر ته متاثر ٿيا جو هڪ دفعي پاڻ تقرير جي خيال کان جڏهن پاڻ سعيد آباد پهتا ته "راقم الحروف" سان سندن ملاقات ٿي. پاڻ گهڻي محبت ۽ سڪ وچان ياڪر پائي فرمايائون ته اسان جي دوستن خصوصاً مولانا حبيب الرحمٰن صاحب جن کي السلام چوندا، نه رڳو ايترو پر پاڻ هي به فرمايائون ته هي طالب تمام نيڪ، بااخلاق ۽ صوفي مشرب جا طالب هئا.

مذڪوره علامه صاحب جو جلسه ميرپور خاص اندر هو، پاڻ ٻڌائون ته حضرت سهڻا سائين جن جو جلسه ڪاهي،

مدرسن جي ڪوٽ ۾ آهي ته پاڻ ميرپورخاص وارن ڪي جلسي جي دعوت ڏنائون ۽ ساڳئي وقت جماعت جي پوري بس ڪامرائي حضرت صاحب جن وٽ پهتا. پاڻ مولانا صاحب سان سهڻي اخلاق سان پيش آيا، نه رڳو ايترو پر ڪمن جماعت اندر تقرير جي لاءِ به فرمايائون.

١٠- ضياء شمس الاسلام (سيال شريف):

مولوي حبيب الرحمن، مولوي محمد سعيد، قاري خادم حسين، مولوي عبد الحليم، مولوي قائم الدين ۽ ٻيا دوست حضرت علامه مولانا محمد اشرف صاحب بنديالوي جي خدمت ۾ رهي، فلسفه، منطق ۽ ٻيا فنون حاصل ڪيائون.

١١- جامعة نظاميه (لاهور):

مولانا غلام حسين صاحب، حضرت مولانا عبدالحڪيم صاحب جي خدمت ۾ رهي، منطق، فلسفه ۽ ٻيا فنون حاصل ڪيا.

١٢- جامع عربيه بخشيه (تئون ديره):

حضرت صاحب جن جي فرمان سان هن مدرسي اندر دورهٔ تفسير رکايو ويو، جنهن جو شيخ التفسير حضرت سيد محمد هاشم، علامه فاضل شمسي صاحب جن هئا ۽ نائب شيخ التفسير حضرت مولانا محمد ادريس صاحب ڏاهري هئا. حضرت صاحب جن جي مدرسن کان علاوه ٻين مدرسن جا تقريباً ٽيهه علماء ڪرام ۽ ڪافي منتهي طالب شريڪ ٿيا.




١١ شوال المكرم ١٣٩٣ھ ۾ درگاه فقير پور شريف تي ساليانـي عرس شريف جي موقعي تي ٢٣ علماء فارغ التحصيل، مدرسه جامعه غفاريه جي دستار بندي ٿي گذري.

باعثِ بابرڪت ڳالهه هيءَ آهي، جو انهن خوش نصيب علماء ڪرام جي دستار مبارڪ جو پهريون وَرُ، حضرت قبله سهڻا سائين جن پاڻ ڏيڻ فرمايو.

علماء ڪرام جا نالا:

مولوي محمد داؤد، مولوي حبيب الرحمان، مولوي محمد رمضان، مولوي غلام حسين، مولوي محمد بشير، مولوي عزيز الرحمٰن، مولوي محمد نواز، مولوي محمد سعيد، مولوي عبدالرحيم، مولوي غلام رسول، مولوي نور الحق، مولوي محمد قاسم، مولوي غلام حيدر پتي، مولوي غلام حيدر لاکو، مولوي محمد حسن ڪمبوه، مولوي شير محمد، مولوي عبدالباقي، مولوي غلام سرور، مولوي غلام مصطفيٰ بوزدار ۽ مولوي عبدالغفور چانڊيو.

جمعرات ٢٩ جمادي الاول سنہ ١٤٠٢ھ مطابق ٢٦ مارچ سنہ ١٩٨٢ع.

درگاہ الله آباد شريف تي ساليانو جلسو پنهنجي رونق، خوش اسلوبيءَ سان تي گذريو. هن ۾ ١٧ علماء فارغ التحصيل، مدرسہ جامعہ غفاريہ جي دستار بندي ٿي گذري.

هن جلسي جي امتيازي خصوصيت هيءَ هئي تہ دستار بندي ڪندڙ حضرت سچل سائين هئا ۽ دستار جو ٻهربون وَرُ ڏيندڙ حضرت سهڻا سائين هيا.

خوش نصيب آهن، اهي علماء ڪرام جن کي حضرت قبلہ سچل سائين جن سان گڏ دستار بنديءَ جو شرف حاصل ٿيو.

باعث برڪت آهي اها سند، جنهن تي حضرت سهڻا سائين ۽ حضرت سچل سائين جن جون صحيحون آهن.

ياد رهي تہ حضرت قبلہ سچل سائين اُن وقت هن مدرسي جا مهتمم هئا.

## علماء ڪرام جا نالا:

حضرت قبلہ صاحبزادہ سائين محمد طاهر مدظلہ العالي، مولوي عبدالقدير، مولوي محمد عاشق، مولوي غلام مصطفيٰ، مولوي شفيع محمد، مولوي محمد دائود، مولوي حبيب الرحمٰن چانڊيو، مولوي غلام رسول بروهي، مولوي شاهنواز، حافظ احمد علي، مولوي عبدالستار بوزدار، مولوي غلام فاروق، مولوي غلام ياسين، مولوي حضور احمد، مولوي محمد حسن راڄپر ۽ مولوي عبدالحليم.

ياد رهي تہ آخري دورهٔ حديث جي امتحان جا پيپر ڪراچي جي مدرسہ المرڪز القادريہ مان آيل هيا ۽ واپس رزلٽ لاءِ اوڏانهن موڪليا ويا. نتيجي ۾ حضرت قبلہ صاحبزادہ

سچل سائين جن فرسٽ ڪلاس فرسٽ پوزيشن، مولانا عبدالقدير صاحب فرسٽ ڪلاس سيڪنڊ پوزيشن ۽ مولانا محمد داؤد صاحب فرسٽ ڪلاس ٿرڊ پوزيشن حاصل ڪئي.

جمعرات ٢٠ رجب المرجب سنہ ١٤٠٥ھ مطابق ١١ اپريل سنہ ١٩٨٥ع.

درگاهه الله آباد شريف تي ساليانی جلسي جي موقعي تي ١٤ علماء فارغ التحصيل، مدرسه جامعه غفاريه جي دستار بندي ٿي.

هن جلسي جي امتيازي خصوصيت هيءَ هئي ته دستار بنديءَ جو پهريون وَرُ حضرت قبله سچل سائين جن ڏنو فرمايو.

علماءِ ڪرام جا نالا:

مولوي محمد عثمان جلباڻي، صوفي مختيار احمد، مولوي حاجي محمد ڪريم، مولوي عبد الستار بروهي، مولوي محمد مطيع الله، مولوي محمد عالم، مولوي علي حسن لاشاري، مولوي محمد حيات، مولوي عبدالرحمٰن چانڊيو، مولوي محمد عثمان بلوچ، مولوي محمد نواز ميمڻ، مولوي محمد اسماعيل لاکو ۽ مولوي محمد ايوب،مولوي محمد علي.

٧ رجب المرجب سنہ ١٤٠٥ھ ۾ جامعه عربيه بخشيه (ٽنڊو ڏيره) ۾ دستار بنديءَ جي موقعي تي جلسو رکيو ويو، جنهن جي صدارت حضرت قبله سچل سائين جن فرمائي.

جلسي جي شروع ۾ مولوي عبدالرحيم صاحب، جيڪو هن مدرسي جو مدرس آهي، پنهنجي تعارفي تقرير ۾ فرمايو ته ڪو وقت هيو، جو هن جڳهه تي هڪ ويڙهي ڪڏ ۽ هيٺاهين جڳهه هئي، منهنجي والد صاحب حاجي محمد عيسيٰ ۽ فقير محمد موسيٰ صاحب جن جي تعاون سان هڪ ڪچائين مسجد

ٿاهي، ڪم شروع ڪيو ويو. ساڳئي وقت حضرت قبله سهڻا سائين جن کي بہ دعوت عرض رکي ويئي، پاڻ قبول فرمايائون. جلسي دوران حضرت صاحب جن فقيرن جي هڪ نيڪ مقصد جي ڪاميابيءَ لاءِ دعا گهرايائون. سائينجن جي واپس وڃڻ کانپوءِ فقيرن مدرسي لاءِ، مسجد پرسان کڏ پورڻ شروع ڪئي.

الحمد لله! حضرت قبله سهڻا سائين جن جي دعا جي مقبوليت جو نظارو اڄ اکين سان ڏسي رهيا آهيون تہ ان جاءِ تي اڄ مدرسي جي وسيع شاندار عمارت ۽ نئون ديره جي جامع مسجد جي صحن ۾ جلسو ٿيندي رهيا آهيون. نہ فقط عمارت بلڪ مدرسي مان پڙهي ڪامياب ٿيندڙ طالبن جي اڄ دستار بندي ٿي رهي آهي. اسان کي خوشي آهي تہ هن مدرسي جي طالبن جي دستار بندي مدرسي جا سرپرست اعليٰ حضرت قبله سجڻ سائين خود فرمائي رهيا آهن.

دستار بندي ڪندڙ طالب مولوي عبدالرحمان ۽ مولوي حافظ حاڪم علي هيا.

ان کانپوءِ مولانا محمد صالح صاحب آگاڻي وارن تقرير ڪندي فرمايو تہ حضرت قبله سهڻا سائين جن جو رتبو، حضرت پير مٺا رحمة الله عليه جي جماعت ۾ ائين هو، جيئن حضور اڪرم ﷺ جن جي اصحابن ۾ حضرت صديق اڪبر رضہ جو مرتبو هو، پاڻ مزيد فرمايائون تہ سندن مدرسن جا فارغ التحصيل عالم با عمل آهن.

ياد رهي تہ "راقم الحروف" بہ هن جلسي ۾ موجود هو.




منهنجي مرشد هادي فداه قلبي و روحي حضرت قبلہ سهڻا سائين رحمة الله عليه جن جي ديني ڪوشش ۽ ڪاوشن جو ڪهڙو بيان ڪجي. سندن ھر صلاحيت، دين متين جي خدمت، حضور اڪرم ﷺ جي امت مرحوم جي خيرخواهي، ڀلائي ۽ بهتري لاءِ وقف ٿيل هئي. انهيءَ فڪر جي سلسلي ۾، حديث پاڪ جي حڪم موجب "خدا پاڪ جو هٿ جماعت تي آهي"، ان اتفاق ۽ اتحاد جي برڪت ۽ رحمت جي مدِنظر، حضرت سهڻاسائين جن جا ارادا مبارڪ وسيع هئا ته جيئن هر طبقي جا ماڻهو دينِ متين جي خدمت لاءِ پاڻ ۾ منظم ۽ متحد ٿي، پنهنجي پنهنجي حلقه ۾ پوري محنت ڪري سگهن. لهذا سندن ڪوشش ۽ محنت سان هيٺين اصلاحي تنظيمن جو قيام ٿيو:

۱- اداره تبليغ روحانيه و جماعت اصلاح المسلمين.
۲- جمعيت علماء روحانيه غفاريه.
۳- جماعت اساتذه روحانيه.

٤- روحاني طلباء جماعت پاڪستان.

٥- اصلاح نوجوانان بخشيم.

٦- نونهال روحاني طلبه جماعت.

## ادارهٔ تبليغ روحانيه وجماعت اصلاح المسلمين

هن اصلاحي تحريڪ جو مقصد، مسلمان ڀائرن جي مذهبي، اخلاقي ۽ روحاني اصلاح ڪرڻ آهي. هن تحريڪ جو ڪنهن به سياسي پارٽيءَ سان ڪوبه واسطو نه آهي.

اڪثر ڏٺو مشاهدو آهي ته هن تحريڪ ذريعي معاشري ۾ اهڙو نه عظيم انقلاب آندو ويو جو لکين انسان جيڪي اڳي اسلامي احڪامن کان بلڪل بي خبر، الله جي حبيب ﷺ جن جي پاڪيزه تعليم ۽ سنت کان پري پهل هئا، اهي اڄ مثالي انسان بنجي اسلام ۽ ايمان جي ساک پري رهيا آهن.

تاريخ شاهد آهي ته برائين کي بند ڪرڻ لاءِ بادشاهن قانون بنايا، سزائون جاري ڪيون ۽ قيد خانا قائم ڪيا، مگر مؤثر ثابت نه ٿيا. ڏينهون ڏينهن برائن ۽ بڇڙاين جو رجحان وڌندو نظر آيو، تانته هڪ وقت اهڙو به آيو جو حضرت مجدد الف ثاني رحمة الله عليه به جهانگير جي جيل ۾ آيا، جن هڪ سال اندر گذاري، پنهنجي صحبت بابرڪت جو بي مثال تاثير ڏيکاريو، جو جيل ۾ بس سندن نظر، فيضِ اثر سان هر شخص پڪو ۽ سچو مسلمان نظر آيو.

ساڳي نموني حضرت قبله سهڻا سائين جن جي مخلصانه محنت ۽ فيضانِ نظر جي اثر ڪري، هزارين ماڻهو هدايت وارا، پرهيزگار ۽ نيڪوڪار بنجي پيا ۽ سندن صحبت بابرڪت ۾

ڪيترائي اهلِ دل علماء ڪرام ۽ اساتذه پيدا ٿيا، جيڪي خائفِ خدا، عاملِ قرآن ۽ نبي اڪرم ﷺ جن جا سچا عاشق ثابت ٿيا.

## جمعيت عُلماءِ روُحانيه غفّاريه

اڄ ڪلهه اسان جا پائر خصوصاً تعليم يافته طبقو استاد، شاگرد ۽ ملازم، جنهن برق رفتاريءَ سان بيديني ۽ گمراهيءَ جي لپيٽ ۾ اچي رهيا آهن ۽ دين اسلام کان بدظن ٿي مغربي تهذيب طرف تيزيءَ سان وڌي رهيا آهن، انهيءَ جو هڪ اهم سبب اسان جي علماء ڪرام جو باهمي اختلاف پڻ آهي. جو ته هُو سوچين ٿا ته جيڪڏهن واقعي اسلام هڪ مڪمل ضابطهء حيات مقدس مذهب آهي ۽ هر مشڪل مسئلي جو حل ارشاداتِ خداوندي ۽ فرمانِ نبوي ﷺ ۾ موجود آهي ته پوءِ اسان جي مذهبي رهنما علماء ڪرام ڪي اها راهه نظر ڇو نه ٿي اچي ۽ باهمي اختلافات پاڻ ۾ گڏجي، ويهي ڇو نه ٿا حل ڪن؟

موجوده دؤر اندر ڪيتري اهڙا مُنجهيل ۽ من گهڙت مسئلا پيدا ٿي پيا آهن، جن مسلمانن جي دلين ۾ هڪٻئي لاءِ بغاوت ۽ بيزاري پيدا ڪري وڌي آهي. شايد ئي ڪو خوش قسمت مسلمان هجي، جيڪو هن دؤر ۾ ڪفر جي فتويٰ کان آزاد ۽ اڇو رهيو هجي.

اسان جي هن نفاق ۽ نفرت جو نتيجو اڄ مرزائيت، عيسائيت ۽ دهريت جي صورت ۾ اسان جي سامهون آهي.

اسلام ۾ طبقاتي ۽ فرقيوارانه ڇڪتاڻ، عالمن جون هڪٻئي مٿان ڪفر جون فتوائون ۽ دنيا طلبيءَ ڏانهن سندن

رغبت کي ڏسي ، ساڻهو نه رڳو مايوس ٿي ويا، پر ويتر عوام
کي اسلام کان نفرت پيدا ٿي پئي آهي ، تنهنڪري انهيءَ
طبقي جي اصلاح نهايت اهم ۽ ضروري آهي .

حضرت قبله سهڻا سائين رحمة الله عليه جن جي
ڪوشش ۽ محنت سان عالمن کي متحد رکڻ لاءِ عالمن جي
هڪ اصلاحي تحريڪ ”جمعيت علماء روحانيه غفاريه“
قائم ڪئي ويئي آهي، جنهن جا صوبه سنڌ ۾ مختلف هنڌن تي
اصلاحي اجتماع ٿيندا رهن ٿا، جن ۾ اسلام جي اشاعت جا
صحيح ۽ مؤثر ذريعا سوچيا ويندا آهن . اهڙي طرح ڏسجي
پيو ته هينئر اهي عالم سگهورا ، اسلام جي خدمت جي جذبي سان
سالا مال ٿي ، پنهنجون صلاحيتون ، اسلامي تبليغ ۾ صرف
ڪري رهيا آهن .

ہے زندگی کا مقصد، اللہ کے دین کی سرفرازی؛
اس لئے ہم مسلمان، اس لئے ہم نمازی .

عام طرح صوفي بزرگن ، سلوڪ ۽ تصوف ذريعي
طالبِ مولا جي قلبن کي مُصفيٰ ۽ نفسن کي مُزڪيٰ ڪئي
ڪيو آهي . مگر هن دور جي ولي ڪامل ۽ انسانيت جي
مُحسن، اصلاح جو دائرو وسيع تر کان وسيع ترين بنائي ڇڏيو.
اهوئي سبب آهي جو فقرا جي اولاد کي صحيح مسلمان ۽
دين جو سچو خادم بنائڻ لاءِ اصلاحي مرڪزن ۾، ديني عربي
مدرسن جو قيام عمل ۾ آڻي فرمايائون .

جماعت جي با صلاحيت علماء جو انتخاب ڪري کين
استاد مقرر فرمايائون، جنهن جو نتيجو اهو نڪتو جو هنن عربي
مدرسن جا طالب هڪ طرف بهترين فارغ التحصيل عالم ٿي

نڪتا ته ٻئي طرف حضرت قبله سھڻا سائين جن جي فيض ۽ برڪات سان باطني تربيت حاصل ڪري، عالم با عمل ۽ صوفي مشرب ثابت ٿيا.

# جماعت اساتذه روحانيه

علماء ڪرام کانپوءِ اصلاح معاشره لاءِ زياده مؤثر طبقو استادن جو آھي. ڇاڪاڻ ته ھن وقت علم جھڙي لازوال دولت ۽ اسڪولن، ڪاليجن ۽ يونيورسٽين جي شاگردن جو وڏو تعداد آھي.

استاد نه فقط شاگردن تي، بلڪ پنھنجي صحيح محنت سان پوري ماحول تي اثر انداز ٿي سگھي ٿو، بشرطيڪ صحيح معنيٰ ۾ استاد ھجي.

جھڙي طرح حضرت قبله سھڻا سائين رحمة الله عليه جن معاشري جي ھر طبقي ۾ روحاني تبليغ و تعليم ۽ اصلاح جو ڪم منظم طريقي سان ڪي بي مثال بستيون قائم ڪيون، جن ۾ اڄ به نظامِ مصطفيٰ ﷺ مڪمل عملي طريقي سان نانظ نظر اچي ٿو.

اھڙي طرح پاڻ استاد طبقي جي اصلاح ۽ تنظيم لاءِ بہ ڪوشان رھندا ھئا. بفضلهٖ تعاليٰ سندن ان ارادي کي سندن نورِ نظر، لختِ جگر، حقيقي جانشين، صاحبِ شريعت، پيرِ طريقت، عالم بي بدل حضرت علامہ مولانا محمد طاھر صاحب بخشي نقشبندي مجددي مدظله العاليٰ جن جي محنت ۽ ڪوشش سان استادن جي تنظيم "جماعت اساتذه روحانيہ" جي ٿالي سان ۲۷ محرم الحرام ۱۴۰۵ھ ۾ وجود ۾ آئي.

الحمدلله ! الله وارن جي نظر ڪرم ۽ جماعت جي ڪارڪنن جي محنت ۽ ڪوشش سان هن تنظيم جون ڪافي برانچون قائم ٿي چڪيون آهن. انشاءالله تعالىٰ جلدي هن تنظيم جو پيغام اسڪولن، ڪاليجن ۽ يونيورسٽين جي استادن ۾ عام ٿيندو.

الله وارن ڪي ته پوري معاشري جي اصلاح جو فڪر دامن گير آهي، مگر سندن زياده توجه مبارڪ انهن استادن ڏانهن آهي، جيڪي علم جهڙي عظيم دولت جا مالڪ، اعلىٰ صلاحيتن جا صاحب آهن ۽ سندن زير تربيت قوم جو وڏو سرمايو نوجوان آهن، جيڪي مستقبل ۾ قوم جي قيادت سنڀاليندا ۽ ملڪ و ملت جي صحيح خدمت جو بار پنهنجي ڪلهن تي کڻندا.

جڏهن استاد ۾ تقوىٰ، پرهيزگاري ۽ احساس ذمهداري گهٽجڻ لڳي ۽ تعليمات اسلامي تي عمل ڪرڻ ۾ ڪاهلي پيدا ٿيڻ لڳي ته شاگردن ۾ به حصول علم جو ذوق شوق، معيار تعليم ۽ اخلاق حميده ۾ ڪمي ٿيڻ لڳي، نه رڳو ايترو بلڪ ڪمترين ٿي ادهن شاگردن ۾ وڌڻ لڳيون.

جيئن ته قوم ۽ ملڪ جي اصلاح ۽ تربيت لاءِ استاد ٿي وڏ ۾ وڏ ذميوار ٿي سگهن ٿا. ان لاءِ حضرت قبله سهڻا سائين جن هن طرف به خصوصي توجه فرمايو ۽ سندن هن ديرينه آرزو کي، عملي جامو پهرائڻ لاءِ حضرت قبله سڄڻ سائين جن استادن کي منظم ڪري، ملڪ و ملت جي خدمت لاءِ آماده ڪيو.

درحقيقت هن تنظيم جي قيام کي قليل عرصي ۾ ڪافي تقويت ۽ وسعت حاصل ٿي آهي. هن تنظيم کي في الحال سنڌ جي اندر فروغ حاصل ٿيو آهي. سنڌ جي مختلف ڪيترن شهرن ۾ هن تنظيم جون تعلقه وار برانچون قائم ٿي چڪيون آهن ۽ هر تعلقه ۾ ماهوار گڏجاڻيون ٿين ٿيون.

ان کان علاوه هڪ ماهوار مرڪزي گڏجاڻي هر ٢٧ شريف جي موقعي تي درگاه الله آباد شريف تي منعقد ٿيندي رهندي آهي. هنن اجتماعن ۾ ملڪ ۽ مِلت جي اصلاح خصوصاً نوجوان شاگردن جي ذهنن ۽ ضميرن کي روحانيت ڏانهن مائل ڪرڻ بنسبت مشوره ۽ پروگرام عمل ۾ آندا ويا وڃن.

تازو ٢٨-٢٩ ڊسمبر ١٩٨٥ع تي هن تنظيم جو درگاه الله آباد شريف ڪنڊيارو ۾ هڪ مرڪزي ٻن ڏينهن وارو اجلاس رکيو ويو، جنهن ۾ سنڌ جي مختلف تعليمي ادارن سان متعلق باشعور پرائمري، سيڪنڊري، ڪاليج ۽ يونيورسٽين جي استاد صاحبن شرڪت ڪري، تنظيم "اساتذه روحانيه" جي اغراض ۽ مقاصد جي مدِنظر پنهنجي پنهنجي خيالات جو اظهار ڪيو. هي ٻن ڏينهن وارو اجلاس تمام ڪامياب ثابت ٿيو. خصوصاً اجلاس جي آخري نشست، جنهن جي قيادت حضرت قبله سھڻا سائين جن فرمائي، پُر اثر ۽ پُر برڪت رهي.

پاڻ پنهنجي صدارتي خطاب ۾ استادن تي زور آندائون ته نئين نسل جي تعليمي خواه اخلاقي معيار وڌائڻ لاءِ هر ممڪن محنت ڪئي وڃي. ان لاءِ استاد صاحبن کي پنهنجي غير معمولي جوابداري محسوس ڪرڻ گهرجي.

آخر ۾ فرمايائون ته استادن کي گهرجي ته پاڻ مثالي استاد بڻجن. ڊيوٽيءَ جي پابندي ۽ پڙهائي ڏانهن پورو ڌيان ڏيڻ گهرجي. پاڻ پنهنجي خصوصي ارشادات بعد دعائے خير گهرايائون.

## روحاني طلبه جماعت پاڪستان

هن همه گير عالمي سياسي دور طالبن جي طبقي کي

اهڙو نه اسلامي قدرن کان پري رکيو آهي ، جنهن جو ذڪر زبان تي به آڻي نٿو سگهجي.

**هلندڙ دؤر** اندر شاگرد طبقي، نه رڳو مسلم معاشري کي پريشان ڪري ڇڏيو ، پر خود حڪومت به مايوس بنجي ويٺي آهي. **سياستدانن**، شاگردن کي پنهنجو هٿيار بنائي ، نجي ۽ سرڪاري املاڪ کي تباهه ڪرڻ، گهيراءُ، جلاءُ وغيره جهيڙا هاجا ڪرڻ ، تعليمي ادارن کان ٻاهر نڪري ، پنهنجي مسلمان ڀائرن جي حياتيءَ سان کيڏڻ وغيره ، شاگردن جو روزمره جو پسنديده مشغلو بنجي چڪو آهي.

**شاگرد** پنهنجي **والدين ۽ استادن** جا بي ادب بنجي چڪا آهن، تانجو استادن کي ڌمڪائڻ، ڊيڄارڻ سان گڏ بعض اوقات انهن کي قتل ڪرڻ کان به نه ڪيٻائيندا آهن.

اهڙي **ماحول** ۾ رهندي هي طبقو اسلام کان دور ٿي چڪو هو ، الله جي **واجب الوجود** هستيءَ کان انڪار ، **قرآن ڪريم** کي نعوذ بالله پراڻو ڪتاب ، دور حاضر لاءِ غير مفيد تصور ڪرڻ جو رجحان يونيورسٽين ۽ ڪاليجن ۾ وڌندو نظر ٿي آيو.

**ليڪن** الله جي پياري وليءَ جي نوراني نظر، باطني توجه ۽ سندن ڪوشش سان ڪاليجن ۽ يونيورسٽين ۾ تبليغ شروع ٿي، شاگردن جون اصلاحي تنظيمون **"روحاني طلبا جماعت"** جي نالي سان قائم آهن، جن جا ميمبر **ڊاڪٽري، انجنيئري، سائنس ۽ ڪامرس** وغيره پڙهڻ وارا آهن، جن جي **صورت ۽ سيرت** ۾ فيض محمدي جي جهلڪ نمايان نظر پيئي اچي. **ڏاڙهي** باشرع، **ڏنڊڻ**، **دستار**، نماز **با جماعت**، **تهجد**

جي پابندي، ضروري مسائل جا عالم ۽ تبليغي ڪوششون هي سنڌن پڌريون نشانيون آهن.

شاگرد طبقي ۾ اهڙو تعميري انقلاب ڏسي دنيا ڪي حيرت آهي. الله وارن جي دعائن جي برڪت سان شاگردن جي پنهنجي ڪم ۾ پيٺو چوڻو اضافو آهي، امتحانن ۾ نمايان ڪاميابي، والدين ۽ استادن جي خدمت ۽ ادب، دوستن سان مُروت ۽ پيار، هنن شاگردن کي اهڙو ته مقبول بنايو آهي جو هينئر ڪراچي، حيدرآباد، نوابشاه، لاڙڪاڻو، ٽنڊو ديره، هالا، مورو کان علاوه لاهور، فيصل آباد، راولپنڊي، اسلام آباد، آزاد ڪشمير وغيره ۾ به خالص روحاني ۽ اصلاحي تنظيمون قائم ٿيون آهن ۽ سنڌن ڪوشش سان بيروني ملڪ تائين فيض محمدي ۽ جو اثر پکڙجي چُڪو آهي.

"روحاني طلباء جماعت" جي هڪ عظيم ترين ٻه روزه ساليانه ڪانفرنس ڪڏهن حيدرآباد ۽ ته ڪڏهن ڪراچي ۾ ملهائي ويندي آهي، جيڪا ڪانفرنس نهايت ئي عجيب و غريب، سرور و ڪيفيت سان مالا مال هوندي آهي ۽ مريض عصيان لاء شفاء ڪامل جو اثر رکندي آهي.

ان کان علاوه تحريري ميدان ۾ به "روحاني طلباء جماعت" طرفان اڄ تائين ڪافي پمفليٽ، ڪتابچا ۽ اشتهار وغيره شايع ٿيندا رهن ٿا. خصوصاً هاڻي هڪ ٽه ماهي رسالو "الطاهر" جي بابرڪت نالي سان، انهن نوجوان شاگردن جي ڪوشش ۽ ڪاوشن جي نتيجي ۾ شايع ٿي رهيو آهي. ان ۾ ڏنل

مواد ۽ مضامين، مرده دلين لاءِ آبِ حيات کان گهٽ نہ آهن.

ياد رهي تہ شروع ۾ حضرت مولانا عبدالغفور صاحب جن جي ذريعي حيدرآباد شهر ۾ آڪٽوبر ١٩٧٥ع ۾ "روحاني طلباء جماعت" جي بابرڪت نالي، نوجوان شاگردن جي تنظيم جو قيام وجود ۾ آيو. ان وقت هي تنظيم فقط ٽن چئن شاگردن تي مشتمل هئي مگر....

نگاهِ ولی میں یہ تاثیر دیکھی،
بدلتی ہزاروں کی تقدیر دیکھی.

جي مطابق هي تنظيم پوري جوش و خروش سان ڏينهون ڏينهن ۽ راتيون رات چوٽي ترقي ڪرڻ لڳي. هن تنظيم جو مرڪزي دفتر، حيدرآباد شهر ۾ سنڌ يونيورسٽي اولڊ ڪئمپس جي سامهون، ايس- پي صاحب جي آفيس سان متصل مسجد عمر اسلام ۾ آهي ۽ هن مرڪزي مسجد ۾ بروز جمع بعد نماز عصر تا عشا هميشه هفتيوار جلسو ملهايو ويندو آهي، جنهن ۾ پوري حيدرآباد، لطيف آباد، ڄام شورو جا نوان خواهہ پراڻا شاگرد شامل ٿيندا آهن.

اهڙي طرح ڏيڍ سؤ جي قريب مختلف اهم شهرن ۾ هن تنظيم جون برانچون قائم ٿي چڪيون آهن، جتي هرهڪ برانچ جو پنهنجي پنهنجي شهر ۾ هفتيوار جلسو منعقد ٿيندو آهي، جنهن ۾ علماء ڪرام کان علاوه نوجوان شاگرد اسلام جي اهم موضوعات تي، خصوصاً روحانيت تي تمام ايمان افروز مقالا ۽ تقريرون پيش ڪري مسلمانن کي هوشيار ۽ بيدار ڪندا رهندا آهن.

ياد رهي تہ حضرت قبلہ سائين صاحبزاده، حضرت سهڻا سائين جن جي موجودگيءَ ۾ بہ هن مرڪزي شهر ۾

۾ن تنظيم جي سرپرستي ڪئي ۽ ڪافي جلسن ۾ شرڪت فرمائي، ڪين ضروري هدايتن ۽ مفيد مشورن سان نوازيو. نہ رڳو ايترو پر حضرت قبلہ سهڻا سائين جن جي وصال کانپوءِ، سا ڳيٺي هفتي حيدرآباد جي خلفاء ڪرام ۽ روحاني طلبا جي نوجوانن ذاتهن هڪ ايمان افروز ۽ روحاني پيغام، خط ذريعي روانو ڪيو، جيڪو مريض قوم لاءِ آبِ حيات جو اثر رکي ٿو.

## سالڪن جو سڏ

منهنجا پيارا! جنهن بہ منهنجي مرشد قطب الارشاد غوثِ زمان، هادي برحق جي هڪ دفعو صحبت ڪئي آهي، ان کي ڪنهن بہ وعظ نصيحت جي ضرورت نہ آهي. خصوصاً توهان ”روحاني طلباء جماعت“، جنهن جي آبياري منهنجي مرشد مربيءَ پنهنجي خونِ جگر سان ڪرڻ فرمائي، جنهن پاڻ اڪثر بيشتر توهان جو ذڪر فرمائيندي فرمائيندا هيا.

> پهلا پهولا رہے یا رب، چمن میری امیدون کا؛
> جگر کا خون دے دے کر، یہ بوٹے میں نے پالے ہیں.

توهان آن شعر سان منهنجي مرشد مربي رحمة الله عليه جو پاڻ سان قلبي تعلق معلوم ڪري سگهو ٿا. ڇا! محبوب مرشد اسان کي ايترو پسند فرمائين ۽ اسان وري پنهنجي محبوبن کان ايتري دوري اختيار ڪيون.

عزيزو طلبہ ساٿيو! ياد رکو توهان ڪجهہ بہ حاصل ڪري نہ سگهندا سون، جيستائين اهڙن باوفا محبوبن جي محبت دل ۾ پيدا نہ ٿيندي. توهان اسان سڏايون فضلي، غفاري، بخشي، پوءِ بہ اسان ۾ سستي تڪاسلي هجي. خبردار! اها سستي منهنجي مرشد کي قطعاً پسند نہ آهي.

جي پاڻهين بخشي ٿيان، نه مرد ميدان جو ٿيءُ؛
نه ته پڇي پاسي ٿيءُ، متان بخشي بہ لڄائين.

هن ناچيز جو هنن الفاظن مان هي مقصد هرگز نه آهي ته اوهان تبليغ ۾ سست آهيو، ڪجهه بہ ڪم نٿا ڪريو، نه بلڪل نہ، بلڪ هن گنهگار جي دل چاهي ٿي ته اڃان بہ وڌيڪ ڪم ٿئي، هن ڪم ۾ سرڌڙ جند جان جي بازي لڳائي ڇڏيو، هي ميدان مردن جو آهي.

سڀئي سانگا سٽي سٽي،
ڪي مرد اينڊا ميدان انهيءَ ۾.
يا ته اصلون آوبس نہ هلان،
جي آيا هيس ته ڏينهون ڏينهن قدم وڌا.

عاشقن جي ڪا اهڙي منزل دنيا ۾ نہ هوندي آهي، جو اتي ويهي آرام ڪن، نہ نہ جيتر سيريءَ ۾ ساهہ آهي، تيستائين عشق جو رستو جاري ساري آهي، هلندا رهو، سست نہ ٿيو.

ڇا! توهان منهنجي محبوب سهڻي کي ڏٺو، جو ڪڏهن آرام فرمايو هجون، نہ نہ، هميشه اسان توهان واسطي تڙپندا رهيا، جڏهن ايڏي مرتبي ۽ مان واري محبوب، هن فاني دنيا ۾ آرام سان ويهڻ پسند نہ فرمايو. ڇا! توهان اسان کي ويهڻ گهرجي، نہ قطعاً نہ. ڇا! اوهان منهنجي محبوب سهڻي سائين جون آهي ولوله انگيز تقريرون وساري ڇڏيون آهن. ڇا! توهان منهنجي مرشد سهڻي جي تبليغي حرص کان واقف نہ آهيو، سندن ڇا ارادا هئا، ڇا خيالات هئا، يقيناً واقف آهيو. اوهان ۾ منهنجي

مرشد مربيءَ جون وڏيون اميدون هيون، اهي پوريون ڪري ڏيکاريو. اگر عاشق سڏايون ٿا، صادق سڏايون ٿا ته پوءِ وري جان پياري ڪيئن، مال پيارو ڪيئن، وقت پيارو ڪيئن؟

ڇا! توهان هندو عورت جي قرباني نه ڏٺي آهي، جو هڪ شاعر فرمائي ٿو:

حافظا! در عشق بازی، کم از زن ہندو مباش،
او برائے وصل شوہر، زندہ در آتش مے رود۔

اي حافظ! تنهنجو عشق معبود حقيقي، خالق حقيقي سان آهي، ليڪن عشق ڪرڻ هڪ هندو عورت کان سيکُ جو اها ڪمزور عورت پنهنجي مجازي خدا جي وصل واسطي، پنهنجو پاڻ زنده باهه ۾ جلائي ٿي. تنهنجو عشق ته حقيقي خدا سان آهي، تڏهن تنهنجو مقام ڇا هئڻ گهرجي؟ ان واسطي اگر عشق جي دعويٰ ڪيون ٿا ته پوءِ هر قرباني واسطي تيار رهون.

الحمدلله! توهان حيدرآباد وارا دوست تبليغ جي ڪم ۾ سيني کان بازي کڻندا آهيو، ان ڪري توهان تي منهنجا محبوب سهڻا سائين رحمة الله عليه راضي هوندا هئا. هن وقت به اگر چاهيو ٿا ته محبوب راضي هجن ته تبليغ کي هر ڳالهه کان مقدم سمجهو.

تبليغ اوهان جي خوراڪ، اوهان جي پوشاڪ، اوهان جي روح جي غذا هجي. تبليغ کان سواءِ، آرام، فرحت ميسر نه ٿئي. اگر ڪا تجويز هجي ته تبليغ جي واسطي هجي، ڪا ڳالهه هجي ته تبليغ جي واسطي. بلڪل ديوانه بڻجي وڃو، جڏهن ته اوهان جو منشور آهي:

بن کے دیوانہ، کریں گے خلق کو دیوانہ ہم،
بر سرِ منبر، سنائیں گے تیرا افسانہ ہم.

ان ڪري هن شعر جا مصداق بنجي وڃو ۽ منهنجي محبوب سهڻي سائين جي رضا حاصل ڪيو، جيڪا توهان اسان سڀني جي مطلوب آهي.

الحمدُللہ ! میاں نسیم احمد صاحب بہت اچھا کام کر رہے ہیں، وقتاً فوقتاً مولوی نسیم احمد صاحب کے خطوط ملتے رہتے ہیں، یہ عاجز ہمیشہ عزیزم نسیم احمد صاحب کیلئے اپنے محبوب سوہنے سائیں رحمۃ اللہ علیہ کی خدمت میں خصوصی دعائیں کرتا رہتا ہے. میاں نسیم احمد صاحب کی سعی بلیغ بے پناہ محنت اور وقت کی قربانی دیکھ کر اس عاجز کو روحانی ترقی میسر ہوتی ہے اللہ تعالیٰ میرے محبوب سوہنے سائیں کے صدقے میاں نسیم احمد صاحب کو ظاہری، باطنی، دینی، دنیوی، اخروی ترقی عطا فرمائے. ان کے ظاہر باطن کو منور فرمائے. (آمین)

ایل ایم سی میں سے بھی عزیزم محمد یاسین، افتخار احمد اور ذوالفقار احمد کے خطوط بھی آتے رہتے ہیں، اللہ تعالیٰ ان کو دین و دنیا کی کامیابی عطا فرمائے.

لیکن عزیزم مولوی خالد مغل صاحب نے ابھی تک یاد نہیں فرمایا. تبلیغ کا کام تو ضرور کرتے ہونگے، لیکن خط لکھنا بھی ضروری ہے، اس لئے یہ عاجز گنہگار ان کو بھی عرض کرتا ہے کہ ضرور خط لکھا کریں.

حیدرآباد میں صحیح معنی میں کام بڑھانے کا کام عزیزم خالد مغل صاحب نے کیا ہے. جتنے بھی دوست اس وقت محنت سے تبلیغ کا کام کر رہے ہیں وہ سب مولوی خالد مغل صاحب کی محنت کا نتیجہ ہیں. میرے محبوب سوہنا سائیں، مولوی خالد مغل صاحب کو ہر وقت یاد فرماتے تھے خصوصاً جب بھی تبلیغ کے لئے اگر کوئی مثال پیش فرماتے تو خالد مغل صاحب کا نام پہلے فرمایا کرتے تھے یہ ان کی کمال مہربانی ہے.

الحمدللہ! مولوی خالد مغل صاحب ابھی جو راولپنڈی اور پشاور میں کام کر کے آئے ہیں، تعریفی خطوط ابھی تک آرہے ہیں، نئے نئے دوست جو کبھی بھی دربار شریف پر نہیں آئے محبّت اور عقیدت کے ساتھ خطوط لکھ رہے ہیں۔ یہ میرے مرشد مربّی کی خالد صاحب پر خاص نظرِ عنایت ہے۔ اس کی شکر ادائی کرنی چاہیئے اور وہ ہے تبلیغ میں مزید محنت۔

مرکزی صدر صاحب پوری محنت کے ساتھ کام کریں، قطعاً سُستی نہ کریں، جتنی چُستی صدر میں ہوگی، اتنا ممبروں پر اثر ہوگا، پوری محنت کریں۔

ذکر مراقبہ جي ڪثرت هجي، هروقت الله تعالیٰ جلشانه' جي ذڪر ۾ شاغل رهڻ، وڏي عظمیٰ نعمت آهي. تهجد، مسواڪ، پڳڙي ٻڌڻ ۾ قطعاً سستي نہ هجي، غافلن جي صحبت کان دور رهڻ گهرجي، ليڪن، ذڪر وارن جي صحبت اختيار ڪرڻ گهرجي، اتباعِ سنت نبي ڪريم ﷺ جو پورو خيال رکجي.

خليفہ محترمي و مڪرمي حاجي خير محمد صاحب منهنجي مرشد مربتيؒ جا مقرب پيارا صاحبِ تقویٰ آهن. انهن جي رهائش توهان جي واسطي باعثِ خير و برڪت آهي، هر ڪم ۾ حاجي صاحب سان صلاح مشوره ضرور هجي. حاجي صاحب محنتي آهن، اميد تہ تبليغ جو ڪم ڪندا هوندا، خط ذريعي ضرور آگاه ڪندا رهندا.

فقط والسلام جميع دوستن کي السلام عرض.

راقم فقير محمد طاهر بخشي نقشبندي

سگ دربار آستانہ عاليہ بخشيہ

**نوٽ:** ياد رهي تہ هيءُ خط حضرت مولانا خالد مغل صاحب جن کان راقم الحروف کي حاصل ٿيو.

# اصلاح نوجوانان بخشيہ

جيئن تہ حضرت قبلہ سهڻا سائين رحمة الله عليہ اهل علم جي اصلاح لاءِ ديني درد رکندي، انهن جي تنظيمن جو قيام فرمايائون. اهڙي طرح پاڻ فرمايائون تہ اهي انسان جيڪي تعليمي ماحول کان پاسي آهن، مثلاً هاري، دڪاندار، مزدور طبقو آهي، جيڪو صرف پنهنجي معاشي اسبابن ۾ مصروف آهي، انهن جي تنظيم بہ ضروري آهي.

پاڻ مولوي امام علي صاحب جن کي مفيد مشورن ۽ هدايتن سان مأمور فرمايائون. مولانا موصوف جي محنت ۽ ڪوشش سان، انهن شخصيتن جي تنظيم جو قيام عمل ۾ آيو. ٻهراڻمن ڀهريان انهيءَ تنظيم جو وجود، درگاه فقيرپور شريف (راڏڻ) ضلع دادو ۾ ٿيو.

حضرت قبلہ سهڻا سائين جن جي نظر ڪرم سان، جيڪي انسان صرف دنيا ڪمائڻ ۾ غلطان هئا، صرف زراعت ۽ تجارت کي، جيڪي مقصود سمجهي رهيا هئا، جيڪي دنيا ۾ پيدا ٿيڻ جو غرض، ڪائڻ ۽ ڪمائڻ سوچي رهيا هئا ۽ جيڪي ديني امور کان بلڪل اڻ واقف ۽ دور هئا، انهن ۾ اهو ديني درد، جذبو ۽ روحاني انقلاب آندائون جو پاڻ تہ پورا متقي، پرهيزگار ۽ شريعت جا پيروڪار بنيا، پر اهو پيغام ۽ اسلام جو آواز ٻين تائين پهچائڻ جو عزم ڪري، هر طرف نڪري پيا ۽ ڪيترن مسلمانن کي انهيءَ روحاني پيغام کان آشنا فرمايائون.

اڄ به ذوق شوق سان هن تنظيم جو ڪم تيز رفتاريءَ سان جاري وساري آهي. هن تنظيم جون برانچون مختلف شهرن ۾ قائم آهن.

جيئن ته ضلع دادو، لاڙڪاڻو، شڪارپور ۽ نوابشاهه اندر برانچون قائم آهن ۽ انهن مذڪور تنظيمن جا هفتيوار، ماهوار ۽ ساليانه پروگرام ٿيندا رهن ٿا.

## نونهال روحاني طلبه جماعت

سنڌيءَ ۾ چوڻي آهي ته "ننڍو ٻار، مَٽيءَ جو وار، جيڏانهن وَرائيس، تيڏانهن وَري"

لهذا ٻارڙن کي جيڪڏهن ننڍڙي عمر ۾ سهڻي سکيا ملي ته جيڪر ئي نسل جي ابتري پست حالي نظر نه اچي ها. ان لاءِ منهنجي مرشد مربي حضرت سهڻا سائين رحمة الله عليه جي نگاهه ڪرم سان پرائمري ۽ مڊل اسٽيج وارن ٻارن جي تنظيم بنام "نونهال روحاني طلبه جماعت" وجود ۾ آئي.

هن تنظيم جي ابتدا موري شهر کان ٿي ۽ پوءِ اڳتي هلي سنڌ جي ڪافي شهرن ۾ هن جون برانچون قائم ٿيون ۽ هر جاءِ تي هفتيوار جلسه ۽ ٻارڙن جون گڏجاڻيون، ديني مسائل ۽ معلومات حاصل ڪرڻ لاءِ منعقد ٿيڻ لڳيون، ڪن جاين تي ننڍڙن ٻارن تقريرون سکي، ڳوٺن ۾ وڃي ديس جي تبليغ عورتن ۾ شروع ڪئي. اهڙي طرح الله وارن جي نوراني نگاهه، ننڍڙن ٻارن ۾ به ديني جذبو پيدا ڪري ڇڏيو.

هن امنگ ۽ حضرت قبله سهڻا سائين جن جي ارادي مبارڪ ماتحت، هن تنظيم کي ٻڻ نئين سر ميدان عمل ۾ آئي،

درگاه اللہ آباد شريف ڪنڊيارو ۾ تازو ڪوٺ جي ٻارڙن ۽ سندن والدين جي گڏجاڻي، حضرت قبلہ سچل سائين جن جي قيادت ۾ ڪوٺائي وئي.

هن گڏجاڻيءَ ۾ تلاوت ڪلام پاڪ ۽ نعت شريف بعد خلفاء حضرات، علماء ڪرام ۽ معزز دوستن مقالا پڙهيا، ننڍڙن ٻارن جي تربيت ۽ اصلاح جي اهميت تي زور ڏنو ۽ آخر ۾ حضرت قبلہ سچل سائين جن پنهنجي زبان حق ترجمان سان ساري جماعت کي نوراني بيان سان مستفيض فرمايو، خصوصاً والدين کي اولاد جي حقن جي ذميوارين کان آگاهہ فرمائي، درگاهہ شريف تي ننڍڙن ٻارن جي تعليم ۽ تربيت لاءِ خصوصي اهتمام ڪيو ويو. جنهن موجب هاڻي ٻارن جي پرائمري تعليم، قرآن پاڪ جي تعليم، ادب ۽ اخلاق جي تعليم تي خاص زور ڏنو ويو آهي ۽ ان لاءِ استادن سان گڏ والدين کي بہ ذميوار ٺهرايو ويو آهي.

ازانسواءِ نونهال ٻارن ۾ ديني جذبہ ۽ اصلاحي ماحول بنائڻ لاءِ هر هفتيوار هڪ استاد جي قيادت هيٺ سندن گڏجاڻي ٿيندي آهي، جنهن ۾ ننڍڙا ٻار تيار ٿي، ڪي تقريرون پيش ڪندا آهن تہ ڪي وري نعتون پڙهي ٻڌائيندا آهن. ڪنهن هفتي تي وري قراءت، نعت ۽ تقرير جو مقابلو ڪرائي، انهن ۾ انعام تقسيم ڪيو ويندو آهي.

اهڙي طرح هنن محبوبن حضرت قبلہ سچل سائين جن هن تنظيم "نونهال روحاني طلبہ جماعت" کي نئين سر منظم فرمائي، ننڍي نسل ۾ اهو انقلاب آندو جو، جيڪي ٻار اڳ ۾ راند روند ۾، بيجاهہ گفتگو ڪندي نظر ايندا هئا، اهي هاڻي گهٽيءَ گهٽيءَ نعت ڳالهيون، هڪٻئي کي ٻڌائڻ ۾ ڏنا وڃن ٿا.

بهرڪيف ٻارڙن کي ننڍڙيءَ عمر ۾ ديني ماحول مهيا ڪري ڏيڻ ۽ سندن ڪچڙن ذهنن کي ايماني نور سان پاڪيزه بنائڻ لاءِ نونهال روحاني طلبه جماعت جي نالي سان ننڍڙن شاگردن جي تنظيم قائم ٿي آهي.

# اکين ڏٺو منظر

٢٦ جمادي الاول سنه ١٤٠٦هه، بعد نماز جمع، گوٺ الله آباد شريف جا ننڍڙا ٻار، جيڪي اڪثر ٻلڇن، ڇهن ۽ ستن سالن جا هُيا، ٽهي ٽڪي، اڇا اُجرا بنجي، مٿن تي پيارا ننڍڙا پٽڪا ٻڌي، حضرت صاحب جن جي دروازي تي شديد انتظار ڪري رهيا هئا ته ڪڏهن ٿو سچل سائين جن جي طرفان سڏ جو سڏ ٿئي.

بس، ٿوري دير ڪانپوءِ، سڀئي طالب باغيچي اندر، چبر تي صف ٻڌي، نهايت ادب احترام سان ويهي رهيا، سندن سامهون ڪجهه چادرون وڇايل هيون، جن تي حضرت قبله سچل سائين جن سان گڏ مفتي عبدالرحمان صاحب، مولانا حبيب الرحمان صاحب مولوي محمد حسن صاحب ۽ مولوي محمد مشتاق بلوچ صاحب، ويٺل نظر آيا.

الحمد لله! هن سعيد موقعي تي "راقم الحروف" کي به شرڪت ڪرڻ جي سعادت حاصل ٿي.

پروگرام حسب دستور تلاوت ڪلام پاڪ ۽ نعت شريف کان بعد شروع ڪيو ويو. اڄوڪو پروگرام ٻارڙن جي نصابي ڪتاب "دينيات" متعلق هو.

مولانا غلام مرتضيٰ صاحب جن نندڙن ٻارن جي سامهون ٻيهي، ڪانئن ڪورس مطابق، ٻارڙن جي لهجي ۽ پياري انداز ۾ سوال پڇيا.

مولانا حبيب الرحمان صاحب ۽ مولوي محمد حسن صاحب جج جا فرائض انجام ڏنا.

طالبن نهايت معصومانه انداز سان پڇيل سوالن جا جواب، سهڻي نموني ڏنا. حضرت قبله سچڻ سائين جن پوري خيال ۽ توجه سان، سندن سباجهڙا، مٺڙا ٻول ٻڌندا رهيا.

بهرحال شاگردن جي پوزيشن جو اعلان ڪيو ويو، جنهن ۾ محمد جميل صاحب پهريون نمبر آيو. ساڳئي وقت پنهنجي پنهنجي جماعت سان ٻيا طالب ٻه نمبر ۾ آيا.

حضرت قبله سچڻ سائين جن پنهنجي هٿن مبارڪن سان، انهن خوش نصيبن ۾ پئسن جي صورت ۾ انعام ورهايا. طالبن جي دل وندرائڻ ۽ همت افزائيءَ لاءِ اها رقم به پنهنجي کيسي مان ڪڍڻ فرمايائون.

نه رکيو ايترو پر پاڻ پنهنجي هٿن سان فروٽ ڪٽي آيا، جيڪو شاگردن جي اڳيان رکيو ويو. بس شاگرد چپ چاپ ۾ واري واري سان پنهنجا هٿ ڏوئي، ٻه توليون بنائي، فروٽ کائڻ ۾ شروع ٿي ويا.

تعليم سان گڏوگڏ تربيت جو هي عجيب و غريب نظارو ڏسي، حضرت قبله سچڻ سائين جن جي محنت ۽ ڪوشش حيرت ۾ وجهي ڇڏيو.

ساڳئي وقت حضرت قبله سچڻ سائين جن دوستن لاءِ به فروٽ ڪٽي آيا ۽ پاڻ به، پنهنجي غلامن سان گڏ فروٽ استعمال فرمايائون.

مولانا غلام مرتضيٰ صاحب جن فرمايو ته حضرت صاحب جن جي ڪوشش ۽ نظرِ ڪرم سان ننڍڙن شاگردن جي اچوڪي پلجين گڏجاڻي آهي. اٿهن محفلن ۾ قراءت، نعت ۽ تقريري مقابلا ٿيا ۽ نمبر ۾ ايندڙ شاگردن ۾ انعام تقسيم ڪيا ويا هئا.

مولوي محمد سعيد صاحب، "راقم الحروف" کي ٻڌايو ته هنن ننڍڙن ٻارڙن، ايتري قدر ته جوش جذبي ۽ جنون سان تقريرون ڪيون، جو عربي طالب به اهڙي انداز سان مشڪل تقرير ڪري سگهن.

هن پروگرام بعد، حضرت صاحب جن جي فرمان سان صلاح مشوره ڪيا ويا ته، ڪهڙو طريقه ڪار اختيار ڪجي ته جيئن هن پروگرام کي اڃا به زياده منظم بڻائجي ۽ ساڳئي وقت، پنهنجي جماعت جي ڳوٺن ۾ به هي پروگرام جاري ۽ ساري رکجي.

حضرت قبله سجڻ سائين جن فرمايو ته الله جي نعمت جو اظهار ڪندي، الله جو شڪر ادا ٿو ڪيان ته جيئن هن عاجز جو وقت ديني ڪمن ۾ مصروف گذري ٿو، تيئن گهر جي ٻاتين جو ڪو به لمحو اجايو ۽ بي فائدو نٿو گذري. گهر ۾ به ننڍا وڏا سڀ نماز ۽ دين جي مسئلن سان گڏوگڏ، ديني ڪتابن جي مطالع ۾ مصروف آهن.

جيئن ننڍن ڇوڪرن تي محنت ڪئي وڃي ٿي، تيئن ڳوٺ جي ننڍين نينگرين ۽ نياڻين تي به محنت جاري ۽ ساري آهي.

مولوي عبدالرحمان صاحب ۽ مولوي غلام مرتضيٰ صاحب جن عرض ڪيو ته سائين اسان جون نياڻيون به ڪافي وقت تائين ڪتابن جي مطالع ۾ مشغول آهن. مالا بدمنه ۽ بيا ڪتاب سندن اهڙا ته پڪا آهن، شايد ٻاهر طالبن جا به پڪا نه هجن.

آخر ۾ سيني جي واسطي حضرت صاحب جن خصوصي دعا گهرڻ فرمائي، ”راقم الحروف“ کي ننڍڙن ۽ معصومن جو علمي ادبي ذوق شوق ڏسي، پنهنجو اولاد ياد پيو، شرم کان ڪنڌ جهڪيل هو ۽ اکين مان پاڻي وَهي رهيو هو، محبوبن جو واسطو وجهندي، درگاه ايزديءَ ۾ عرض ڪيو ته ”يا الله! هنن معصومن جي صدقي، منهنجي اهل عيال جي به پارت اٿئي“.

بسم الله الرحمن الرحيم

# اصلاحي ۽ مثالي ڪوششون

## اتحاد ۽ اتفاق

ارشاد باري تعاليٰ آهي: ”مومن پاڻ ۾ ڀائر آهن، تنهن لاءِ هڪ ٻئي ۾ ڀائرن وانگر اصلاح ڪيو“.

”اي مسلمانو! الله جي دين کي مضبوط ٿي پڪڙيو، ٽولا ٽولا نه ٿيو“.

ارشاد نبوي ﷺ آهي: ”الله جو هٿ جماعت آهي، جيڪو جماعت کان الڳ ٿيو، اهو جهنمي آهي“.

ولر ڪيو وتن، پرت نه ڇنن پاڻ ۾،
پسو پکيئڙن، ماڻهوئان ميٺ گهڻو (شاه).

حضرت قبله سهڻا سائين رحمة الله عليه جن کي امت جي اصلاح جو تمام گهڻو درد هوندو هو. دين جي تبليغ، روزو، نماز ۽ ذڪر فڪر سان گڏ ”اتحاد ۽ اتفاق“ بابت سندن ڪوششون به ناقابلِ فراموش آهن.

سنڌ صوبي ۾ ڪن سياسي سببن ڪري، لساني جهڳڙو پيدا ٿي پيو، جنهن ۾ سنڌين خواه مهاجرن جون ڪافي جاني

۽ مالي نقصان ٿيو. اُن بحران کي روڪڻ لاءِ حضرت قبلہ سهڻا سائينءَ جن دعائن سان گڏوگڏ هڪ وفد حيدرآباد شهر ۾ موڪليو، تاڪہ عوام خواه خواص سان ملي مسلمانن جي اصلاح جي ڪوشش ڪئي وڃي. اُن وفد ۾ مولانا عبدالغفور صاحب جن بہ شامل هئا. اهو تمام نازڪ وقت هو، سنڌين خواه مهاجرن کي هڪٻئي کان سخت نفرت هئي، تنهن هوندي بہ، حضرت صاحب جن جي فرمان سان هي وفد مفتي خليل احمد صاحب برڪاتي رحہ، علامہ فاضل شمسي صاحب کان علاوه ٻين بہ ڪيترن معزز ماڻهن سان مليو.

ازانسواءِ شهر جي ڪافي مسجدن ۾ تقريرون ٿيون ۽ آخر ان سلسلي ۾ هڪ وڏو جلسو آزاد ميدان واري جامع مسجد ۾ رکيو ويو، جماعت جي فردن کان علاوه ٻيو عوام بہ گهڻي انداز ۾ آيل هو.

شروع ۾ مولانا عبدالغفور صاحب، مولانا محمد داؤد صاحب بلوچ کان علاوه حضرت علامہ فاضل شمسي صاحب جن بہ خطاب فرمايو.

آخر ۾ حضرت قبلہ سهڻا سائينءَ جن خطاب فرمايو، مسلمانن کي احساس ڏياريو تہ: ”اي مسلمانو! اوهان جي مٿان هڪ زبردست آزمائش جو وقت اچي ويو آهي، اوهان هڪٻئي جا جاني دشمن بنجي چُڪا آهيو، هڪٻئي جي جان ۽ مال تباهہ ۽ برباد ڪري رهيا آهيو.

ياد رکو تہ هن فتني ۾ اسان جي دشمن قومن جو هٿ آهي تہ جيئن هنن ۾ اختلاف وڌي ۽ مسلمان تباهہ ۽ برباد ٿين، ان ڪري جذبات کان پرهيز ڪريو، سنجيدگيءَ سان سوچيو ۽ پنهنجي زندگين کي برباد نہ ڪريو“.

حضرت قبله سهڻا سائين جن جي من روحاني خطاب اندر ايڏو ته اثر هو جو پوري اجتماع تي گريه جي حالت طاري هئي ، ماڻهن کي پنهنجي عظيم غلطي محسوس ٿي رهي هئي . آخر ۾ سڀني ماڻهن عرض ڪيو ته حضرت قبله سائين دعا فرمائين ۽ انشاء الله اوهان جي دعائن سان تمام گهڻو فائدو ٿيندو. نهايت عجز و انڪساريءَ سان ، الله جي حبيب ﷺ جن جو واسطو وجهندي ، درگاه ايزديءَ ۾ هٿڙا کڻي ، مسلمانن جي اتحاد و اتفاق واسطي پُر درد، پُر اثر التجائون ڪيون ويون.

الحمدلله ! حضرت صاحب جن جي نوراني نظر ۽ باطني توجه سان قومي نفرت گهٽجڻ لڳي، جذبات ٿڌا ٿيڻ لڳا ۽ ٿوري وقت ۾ امن امان برقرار ٿي ويو .

حضرت صاحب جن جي هن ڪوشش ۽ محنت کي حيدرآباد جي روزانه اخبار ”عبرت“، ڪافي ساراهيو .

عبرت اخبار جي اها ڪٽنگ ”راقم الحروف“ وٽ موجود آهي .

ياد رهي ته ”راقم الحروف“ به هن موقعي تي حضرت قبله سهڻا سائين جن سان گڏ هو .

## هڪ اصلاحي خط

ان کان علاوه علماء ڪرام جي هڪٻئي لاءِ نفرت ، هڪٻئي تي ڪفر جي فتويٰ وارو عمل ، حضرت قبله سهڻا سائين جن جي دل کي سخت صدمو رسائيندو هو ، ان لاءِ پاڻ هڪ ڀيري ”راقم الحروف“ کي فرمايائون ته هڪ اهڙو جامع خط تيار ڪيو وڃي ، جنهن ۾ علماء ڪرام

ڪي اتحاد طرف توجه ڏيارجي. انهيءَ حقيقت ڪي مدنظر رکندي، سنڌ پنجاب جي چانل سڃاتل شخصيتن ڏانهن، تقريباً هڪ سئو جي قريب اهڙا خط روانا ڪيا ويا.

منهنجي مرشد مربيءَ طرفان موڪليل خط جو نمونو پيش ڪجي ٿو.

## صاحب الفیض والفضیلت حضرت مولانا.......

السلام علیکم ورحمۃ اللہ وبرکاتہ۔

آنجناب کی برگزیدہ شخصیت اپنے علاقہ میں ایک حق پرست عالم دین ہونے کی وجہ سے خصوصی اہمیت کی حامل ہے۔ نیز اللہ تبارک وتعالیٰ نے آنجناب کو حق بات پہچاننے کی جو معرفت عطا کی ہے، اس کے پیش نظر، ایک ادنیٰ سی گزارش پیش خدمت ہے۔

یقین ہے کہ شفقت کی نظر پُراثر عنایت فرمائیں گے۔ اس وقت ملت اسلامیہ پر جو نازک گھڑی آئی ہوئی ہے، اس کو آپ بھی یقیناً مجھ سے کہیں زیادہ محسوس کرتے ہونگے۔ آج اللہ کا دین مظلوم ہے۔ چاروں طرف کفر، بدعت، بے دینی، فحاشی، بے حیائی اور طاغوت کا دور دورہ ہے۔ عمل مفقود ہو چکا ہے، فرائض کی اہمیت ختم ہوتی جارہی ہے۔ عقائد بگڑتے جارہے ہیں۔ نت نئے مذاہب وادیان معرض وجود میں آچکے ہیں۔ قیامت کے آثار ظاہر ہوچکے ہیں اور اللہ والے آہستہ آہستہ اس دنیا کی بزم سے اٹھتے جارہے ہیں، ساری دنیا پر باطل کا ڈنکا بج رہا ہے۔ مشرق ہو یا مغرب، امریکہ سے لیکر ماسکو تک تمام اسلام دشمن قوتیں آپس میں ملکر مسلمانوں کے وجود کو مٹانے کے درپے ہیں۔

لیکن خود ہماری حالت کیا ہے؟

ہم صدیوں تک غیروں کی غلامی میں رہنے کی وجہ سے اپنا اصلی مقام کھو بیٹھے ہیں، ہمارے اندر احساس کمتری پیدا ہو چکا ہے۔ ہم ہر قسم کی بدعملیوں کا شکار ہیں۔ ہمارے اندر نہ کوئی وحدتِ فکر وعمل رہی ہے اور نہ ہمارا کوئی مرکز ہے۔ ہم ہر قسم کی دھڑے بندیوں، جماعت سازیوں

اور تفرقہ بازیوں میں مبتلا ہوچکے ہیں۔ معمولی سی باتوں پر ہم آپس میں دست بگریباں رہتے ہیں۔ ہم نے حق کا سیدھا راستہ چھوڑ دیا ہے اور نور و بشر کی الجھنوں میں الجھ چکے ہیں۔ آج ہمارے یہاں سب سے بڑا مسئلہ یہ بن گیا ہے کہ رسول اللہ صلی اللہ علیہ وسلم کو علم غیب تھا یا نہیں؟ حضور حاضر ناظر تھے یا نہیں؟ ہم ان باتوں پر لڑتے ہیں۔ ہاتھا پائی ہوتی ہے۔ مقدمے چلتے ہیں۔ کفر کے فتوے لگتے ہیں۔ حالانکہ ہم سب مسلمان آپس میں بھائی بھائی ہیں۔ ہمارا خدا ایک، قبلہ ایک، رسول ایک اور قرآن ایک ہے، لیکن بڑے افسوس کی بات ہے کہ ہم ایک نہیں رہے۔

اس وقت ضرورت ہے کہ ہمارے علمائے کرام ان اختلافات کو ہوا دینے کے بجائے ملت اسلامیہ کی صحیح رہنمائی کرنے کے لئے آگے بڑھیں۔ اس لئے کہ نبوت بند ہوچکی ہے اور اب امت مسلمہ کی رہنمائی ان حق پرست علماء کو کرنی ہے، اور علماء کے اوپر عام مسلمانوں کے مقابلے میں زیادہ ذمہ داری عائد ہوتی ہے۔

لہذا آپ سے بھی یہی گزارش ہے کہ آپ خدا کے واسطے، اللہ کے دین کی خدمت کے جذبے کے پیش نظر اس نیک مقصد کے لئے آگے بڑھیں اور بھولی بھٹکی امت کو صحیح راستہ دکھائیں اور ان مذہبی اختلافات کو ختم کرنے میں مدد کریں اور لوگوں کو وحدت و اخوت کا درس دیں۔

آج اللہ کا دین ہم سے خدا کے قانون کی عملی اطاعت اور اللہ کے رسول کی سنت کی پیروی کا مطالبہ کرتا ہے۔ ان اختلافات نے اس سے پہلے بھی لوگوں کو برباد کیا ہے۔ پوری کی پوری امتوں کو گمراہ کر دیا ہے اور اب بھی ان کا یہی نتیجہ نکل سکتا ہے۔

میں آپ کا ایک مسلمان بھائی ہونے کی وجہ سے اس اہم مسئلہ کی طرف آپ کی توجہ مبذول کرانا اپنا فریضہ سمجھتا ہوں۔

امید ہے کہ آپ میری گزارش پر ٹھنڈے دل سے غور فرمائینگے۔

میں ہوں آپ کا دینی بھائی۔

"بیدار" مورائی




اهل طريقت جي نزديڪ هيءَ حقيقت واضح ۽ ثابت ٿي چڪي آهي ته سالڪ کي جيتري قدر الله جو قرب ۽ عروج حاصل ٿيندو آهي، ايتري قدر ان کي نزول به ڪامل درجي جو عطا ٿيندو آهي. خدا جي مخلوق اندر رهي، گمراهه ۽ پٺتي پيل انسانن جو توجهه الله جي طرف ڪرڻ ۽ سندن ويران دلين کي الاهي عشق ۽ ذڪر سان آباد ڪرڻ، هي نزول جو ما حاصل آهي.

ٻين لفظن ۾، جيتري قدر مرشد ڪامل، حضور اڪرم ﷺ ۽ خدا جي ذات پاڪ ۾ اتم فنائيت حاصل ٿيندي آهي، ايتري قدر بقا بالله جو اعليٰ درجو ۽ مرتبو به نصيب ٿيندو آهي، پوءِ اهو خدا جو ڪامل اڪمل ولي، هر تن انسان ذات جي اصلاح طرف متوجهه رهندو آهي.

ان ڪامل مڪمل، هستيءَ جي نشاني هيءَ هوندي آهي ته ان ۾ فيض نبوي ﷺ موجزن هوندو، دين متين جي خدمت، گمراهه ۽ پٺتي پيل انسانن کي راهه راست آڻي نفساني خواهشن ۽ شيطاني ڪمن کان بچائي، صراط مستقيم جو سونهون بڻائي، سندن اهم مشغلو ۽ نصب العين هوندو آهي.

حضرت قبله سهڻا سائين نور الله مرقده جن جن حقيقت جا حقيقي حامل هئا، سندن پوري زندگي مبارڪ خدمتِ خلق، امت جي فڪر ۽ گمراه انسانن جي رُشد و هدايت واسطي، جدوجهد ڪندي گذري، انهن مان چند مثال بطور نمونه پيش ڪجن ٿا.

## ماهِ رمضان متعلق محنت

هوئن ته پاڻ سفر خواه حضر، گرمي خواه سردي ۾، رات ڏينهن تبليغي ڪم ۾ سرگرم هوندا هئا. خصوصاً رمضان مبارڪ جي عظمت ۽ اهميت کي مدِ نظر رکندي، جماعت جي هر فرد کي تبليغ واسطي تنبيهه ۽ تاڪيد فرمائيندا هئا. نتيجي ۾ پوري مُلڪ اندر وڏي جوش جذبه ۽ جنون سان، هن مبارڪ مهيني جي عزت ۽ احترام خاطر، سرِ عام بازارن، چونڪن، هوٽلن، بس اسٽاپن ۽ ريلوي پليٽ فارمن تي، نئين لائوڊ اسپيڪرن ذريعي، مسلمانن کي هوشيار ۽ بيدار ڪيو ويندو آهي.

اوهان پاڻ انصاف ڪيو ؟ سخت گرمي هجي، جهولن جي موسم هجي، هي مردِ مجاهدؔ ، ٿاڪ منجهند جو روزي سان، دين جي تبليغ اندر مَست هجن، هيءَ سندن نگاهِ ڪرمؒ جو ڪمال بي مثال نه آهي، ته ٻيو ڇا آهي ؟

جڏهن تبليغي وفد ، پنهنجا لائوڊ اسپيڪر کڻي، ڀراڙي ڳوٺن ۾ پهچي ، رمضان جون رحمتون ، برڪتون ۽ فضيلتون بيان ڪندا هئا ۽ روزي نه رکڻ جا وعيد ٻڌائيندا هئا ته اهي مسلمان زار و قطار روئندي چوندا هئا ته اي مولوي صاحب !

افسوس!! جيڪڏهن رمضان جي شروع ۾ اچو ها ته جيڪر اسان جا هيءَ گذريل روزا به قضا نه ٿين ها. پاڻ فرمائيندا هئا ته ڏسو! عوام به خدا وٽ اسان کي ڏوهي بڻائي ويٺو آهي، هيءَ اسان جي جوابداري آهي ته هيءَ پيغام انهن تائين پهچايون.

تقريري تبليغ سان گڏوگڏ، تحريري تبليغ جو ڪم به ٿيندو رهندو آهي. هر سال جماعت طرفان ٻين ڪتابن کان علاوه، خاص رمضان مبارڪ متعلق به ڪتاب، رسالا ۽ پمفليٽ ڇپرائي شايع ڪيا ويندا آهن. جيئن ته رمضان جون رحمتون، برڪاتِ رمضان، مينگهه ملهار، سڄاڳيءَ جو سڏ، ٿڪي ٽڏيءَ ڪاهه وغيره.

اهڙي طرح حضرت قبله سهڻا سائين رحمة الله عليه جن دين جي خدمت ۾ ڪا به ڪسر نه ڇڏي، بلڪ هر ميدانِ عمل ۾ سندن محنت ۽ سعيو جاري ۽ ساري رهيو.

## قيدين سان قرب

حڪومت پاڪستان کان اجازت حاصل ڪري، حضرت صاحب جن جي حڪم موجب، خصوصاً رمضان مبارڪ ۾ جماعت جا مبلغ حضرات ڪراچيءَ ۽ اندروني سنڌ جي سينٽرل جيلن خواه ننڍن جيلن اندر داخل ٿي، جيل جي اسٽاف ۽ قيدين کي روزي جي رحمتن، برڪتن سان گڏوگڏ قبر قيامت ۽ آخرت جي فڪر جو پيغام پهچائيندا رهيا.

الحمدلله! حضرت صاحب جن جي نوراني نظر ۽ باطني توجه سان ايڏو ته اثر ٿيو جو ڪيترا قيدي ويچارا زار و قطار روئندي چيائون ته مولوي صاحب! اسان روزن رکڻ

لاءِ تيار آهيون، پر هتي روزي رکڻ جو پورو انتظام ڪونهي. آخر جي اعليٰ آفيسرن سان ملي، انهن قيدين جو اهو مطالبو به منظور ڪرائي ويو.

مسلسل اهو تبليغي سلسلو ٻن-ٽن سالن کان هلندو اچي ٿو. ڪن جيلن ۾ جيڪڏهن پڇڻ ۾ دير ٿيندي هئي ته اهي قيدي چوندا هئا ته، سائين! هن سال اوهان اچڻ ۾ دير ڪئي آهي، اسان کي اوهان جو ڪافي انتظار هو. اڳئين سال کان اسان روزا رکڻ شروع ڪيا آهن ۽ هن سال به رکندا پيا اچون. بس، دعا ڪندا آزادي ملي ته انشاءالله تعاليٰ اوهان جي مرشدن جو ديدار به ڪنداسين ۽ درگاهه جي حاضري به پرينداسون.

حاجي محمد علي بوزدار صاحب "راقم الحروف" کي ٻڌايو ته، اسين جڏهن سينٽرل جيل ميرپور خاص پهتاسين ته ڊپٽي سپرنٽينڊنٽ ڏاڍي عزت احترام سان مليو ۽ چيائين ته، مولوي صاحب! هن سال اوهان اچڻ ۾ دير ڪئي آهي، اڳئين سال آڳ ڏارا جيل ۾ هوس ته اتي اوهان جو وفد پهتو هو، هاڻي خيال ڪيم ته، هن سال مولوي صاحبن الائي ڇو دير ڪئي آهي.

حاجي محمد علي صاحب ٻڌايو ته، سپرنٽينڊنٽ صاحب فقيرن جي وعظ، نصيحت ۽ تبليغ کان ڏاڍو متاثر ٿيو ۽ سندن تعاون به سٺو رهيو. قيدين کان علاوه پنهنجي پوري اسٽاف کي آفيس ۾ گهرائي تبليغ ڪرايائين. جڏهن سون ڪانٽس وقت جي باري ۾ پڇيو ته چيائين، مولوي صاحب! اوهان لاءِ وقت مقرر نه آهي.

ياد رهي ته حاجي محمد صديق صاحب جي قيادت هيٺ مورو جيل، مولوي غلام قادر صاحب جي قيادت هيٺ نوشهرو جيل، مولانا محمد مشتاق بلوچ صاحب جي قيادت هيٺ خيرپور سينٽرل جيل، مولانا محمد حسن صاحب جي قيادت هيٺ نوابشاه سينٽرل جيل، مولانا امام علي صاحب جي قيادت هيٺ دادو سينٽرل جيل، حاجي محمد علي صاحب جي قيادت هيٺ ميرپور خاص سينٽرل جيل، مولانا محمد رمضان صاحب جي قيادت هيٺ ڪراچي سينٽرل جيل، مولانا عبدالغفور صاحب جي قيادت هيٺ ڪراچي سينٽرل جيل، حاجي محمد حسين شيخ صاحب جي قيادت هيٺ سينٽرل جيل لاڙڪاڻو، مولوي محمد قاسم صاحب ڪبول جي قيادت هيٺ ڪنڊيارو جيل،

مولانا اسرار احمد صاحب، مولانا نسيم احمد صاحب، مولانا خالد صاحب جي قيادت هيٺ سينٽرل جيل ۽ نارا جيل حيدرآباد ۾ وفد پهتا.

ياد رهي ته اعليٰ حڪام ڪان اهڙا سرٽيفڪيٽ ۾ سندون "اداره تبليغ روحانيه و جماعت اصلاح المسلمين" کي هر سال ملندا رهن ٿا.

## سلف صالحين جا ڏينهن

جماعت جي مختلف تنظيمن طرفان، مختلف موضوعن متعلق هر جاءِ تي موقعا ملهايا ويندا آهن.

خصوصاً جشن ميلاد النبي ﷺ، شان صحابه رضي الله

تعاليٰ عنهم ، عظمت اهل بيت رضي الله تعاليٰ عنهم ، يوم محبوب سبحاني رحمة الله عليه، يوم امام رباني رحمة الله عليه وغيره، ان کان علاوه مذڪور موقعن تي ننڍا ننڍا ڪتاب ڇپارائي مفت تقسيم ڪيا ويندا آهن.

اهي عظيم الشان جلسا جماعت اصلاح المسلمين، جمعيت علماء غفاريه، روحاني طلبه جماعت طرفان ملڪ پر ۾ اڄ تائين ملهايا وڃن ٿا.

جشن ميلاد النبي ﷺ هر سال ٻارهين ربيع الاول تي هالا شهر جي وچ مارڪيٽ اندر، شاميانن ۾ اسلامي ٻهنرن ذريعي اسٽيج کي نهايت سهڻي نموني سينگاريو ويندو آهي. جماعت جا مقرر ۽ مبلغ حضرات شرڪت ڪندا آهن.

الحمد لله! ”راقم الحروف“ کي به هڪ ڀيرو اهڙي عظيم الشان اجتماع ۾ اچڻ جي دعوت ملي، صبوح جو نو وڳي کان ادائي وڳي تائين لڳاتار جلسو هلهو، بعد ۾ نماز کان فارغ ٿي، آيل سڄي جماعت ۾ لنگر تقسيم ڪيو ويو.

ياد رهي ته هن جلسي جو مهمان خصوصي حضرت علامه مولانا محمد رمضان صاحب ڪراچيءَ وارا هئا، جيڪي مشهور معروف، چاتل سڃاتل شخصيت آهن.

ان کان علاوه هڪ نهايت شاندار پُروقار جلسو يوم حضرت امام اعظم رحمة الله عليه ملهايو ويو، جنهن ۾ سندن سيرت تي ڪتاب ڇپارائي مفت تقسيم ڪيا ويا.

تاريخي شهر لاڙڪاڻه اندر به وڏا جلسا، هڪ يوم

مجدد الف ثاني رحمة الله عليه ۽ ٻيو پير مٺا رحمة الله عليه بهترين نموني ملهايا ويا.

"راقم الحروف" حضرت قبله سهڻا سائين جن جي فرمان سان ٻنهي جلسن ۾ لکيل مقالا پڙهيا. ساڳئي وقت حضرت امام رباني رحمة الله عليه جن جي سيرت تي لکيل ڪتاب، جلسي اندر مفت تقسيم ڪيا ويا.

مورو شهر ۾ ٻه تاريخي جلسا هڪ يوم صديق اڪبر رضه ۽ ٻيو يوم محبوب سبحاني رحه ملهايا ويا.

راقم الحروف ٻنهي جلسن ۾ پنهنجا لکيل مقالا پڙهيا.

دادو شهر ۾، مدرسه ڪنزالعلوم بخشيه اندر هڪ وڏي پيماني تي شاندار نموني هڪ جلسو شانِ صحابه رضه ۽ عظمتِ اهل بيت رضه ملهايو ويو.

راقم الحروف به اُن جلسي ۾ موجود هو.
ياد رهي ته مٿين ذڪر ڪيل جلسن ۾ مهمان خصوصي حضرت الحاج مولانا محمد ادريس صاحب جن هئا.

ان کان علاوه روحاني طلبه جماعت جي طرفان ٻن ڏينهن واري ساليانه ڪانفرنس حيدرآباد ۾ ملهائي ويندي هئي.

هن سال ٿيڻ واري ڪانفرنس، حضرت قبله سائين صاحبزاده سچل سائين جن جي فرمان سان بين الاقوامي ۽ مرڪزي

شهر ڪراچيءَ ۾ ملهائي ويئي، جنهن ۾ پوري پاڪستان جي شاگرد برادري کان علاوه جماعت جا علماء ڪرام، خلفاء عظام ۽ عـوام الناس هزارن جـي تعداد ۾ شرڪت ڪئي. تقريباً ڏيڍ سؤ برانچن هن عظيم الشان اجتماع ۾ شموليت ڪئي.

راقم الحروف به حضرت صاحب جن جي فرمان سان هڪ لکيل مقالو ”مسلمان جي عملي زندگي“ پڙهيو.

ان کان علاوه پڻ ماهوار عظيم الشان اجتماع هر اسلامي مهيني جـي ١٠-١١ ۽ ٢٦-٢٧ تي روحاني مرڪزي مرڪز درگاه فقيرپور شريف (دادو) ۽ درگاه الله آباد شريف (ڪنڊيارو) ٿيندا رهيا ۽ اڄ تائين ٿيندا رهن ٿا. هنن موقعن ۾ هزارن جي تعداد ۾ ماڻهو، پاڪستان جي ڪنڊ ڪڙڇ کان اچي شريڪ ٿيندا آهن، بعض اوقات ته ٻاهرين ملڪن مان پڻ ماڻهو اچي مستفيض ٿين ٿا.

## مستورات جا موقعا

• مردن جي اصلاح جو دارو مدار به عورتن جي اصلاح تي آهي ڇو ته ڪپڙي لتي ۽ کاڌي پيتي ۾ پاڪائي ۽ پرهيزگاري، عورتن جي هٿ ۾ آهي. ظاهر آهي ته پاڪائي، اصلاحِ باطن لاءِ شرط عين آهي.

تقويٰ کانسواءِ سالڪ جي ترقي ۽ ڪاميابي ناممڪن آهي، ان لاءِ حضرت قبله سهڻا سائين جن عورتن جي اصلاح

۽ رشد و هدايت کي به لازمي ۽ ضروري قرار ڏيندا هئا.
قرآن ڪريم اندر هن خصوصي تاڪيد ڪيل آهي ته:
”اي ايمان وارو! اوهان پاڻ کي ۽ پنهنجي اهل عيال کي جهنم جي باهه کان بچايو، جنهنجو ٻارڻ ماڻهو ۽ پٿر آهن“.

هن سلسلي ۾ حضرت قبله سهڻا سائين جن جي فرمان سان هن پروگرام جي ابتدا مورو شهر کان شروع ڪئي ويئي ۽ مختلف محلن اندر هفتيوار پروگرام رکيا ويا. الحمد لله! محبوبن جي نظرِ ڪرم سان ڪافي فائدو ٿيو.

هن وقت حيدرآباد ۽ نوابشاه اندر عورتن جا هفتيوار جلسا ٿيندا رهن ٿا، جنهن ۾ تقريباً سترـ آهي عورتون ڪٺي ٿينديون آهن. جنهن ۾ قراءت ۽ نعت کان علاوه پڙهيل نيڪ بخت نياڻيون، قبر، قيامت، جي نصيحت سان گڏ نماز روزه ۽ پاڪائي پليدي۽ جا ضروري مسئلا بيان ڪنديون آهن. نــ رکيو ابترو پر بيءُ ـ ماءُ جا حق، اولاد جا حق، مڙس جا حق، سس سهري جا حق ۽ پاڙي وارن جا حق به ياد ڏياريا ويندا آهن. هن محنت ۽ ڪوشش سان سوين عورتون نيڪ، صالح ۽ دينددار بڻجي چڪيون آهن.

الحمد لله! حضرت قبله سچڻ سائين جن تڪليف وٺي، اهڙن مرڪزن ۾ پهچي، مستورات جي خصوصي پروگرام کي خطاب فرمائيندا آهن.

پاڻ تازو نوابشاه ۽ مورو ۾ اهڙن اجتماعن اندر شموليت فرمائي، باپرده وعظ نصيحت فرمايائون. هر اجتماع ۾ تقريباً

۽ ادائي سڀ مستورات موجود هيون. ان کان علاوه ماه سڪول ۽ ڪاليجن جون شاگرد يائون پڻ گهڻي انداز ۾، هن محمدي مجلس اندر شريڪ ٿيون هيون.

حضرت قبله سهڻا سائين جن عورتن جي اصلاح ۽ ديني معلومات خاطر ديني مسئلن جو ڪتاب "زينت النساء" ڇپرائي، جماعت اندر عام ڪرايو.

# تربيتي درسگاه

حضرت قبله سهڻا سائين جن جي وقت ۾ به درگاه شريف اندر مستورات لاءِ ديني تعليم جو انتظام هوندو هو. نماز، روزه ۽ پاڪائي پليدي جا مسئلا سيکاريا ويندا هئا.

حضرت قبله سهڻا سائين جن هن طرف خصوصي توجه فرمايو، نتيجي ۾ تعليم و تربيت جو نظام، منظم طريقي سان هلي رهيو آهي. هن ڪم جي شروعات حضرت صاحب جن پنهنجي اهل عيال کان ڪئي آهي. هن وقت فارسي پوري ٿي چڪي آهي ۽ عربي شروع ٿيڻ واري آهي. وعظ تقرير جي به سکيا ۽ تربيت ڏني پيئي وڃي.

ان کان علاوه گهوٽ جون ننڍيون نينگريون به فارسي پڙهي رهيون آهن. گهرو ڪم سان گڏو گڏ ديني ڪتابن جي مطالعي جو رجحان به وڌندو رهي ٿو. ياد رهي ته مستورات جي مدرسي اندر تقريباً ٣٠ نينگريون تعليم وٺي رهيون آهن.

مولانا مفتي عبدالرحمان صاحب ٻڌايو تہ منهنجي نياڻي ماشاءالله ٻہ سال پڙهي رهي آهي. مون کانئس سرسري امتحان ورتو، ذڪر تہ عبارت ۽ معنيٰ جي لحاظ کان سڀ محنت ڪيل هئي.

راقم الحروف کي ڳوٺ وارن دوستن ٻڌايو تہ هينئر الحمدلله! هرهڪ گهر ۾ ڇهن نندڙو ديني مدرسو ملي رهيو آهي.

حضرت قبلہ سهڻا سائين جن راقم الحروف کي ٻڌايو تہ مستورات جي مدرسي لاءِ جاءِ جو انتخاب ڪيو ويو آهي، انشاء الله تعاليٰ جلدي، تورن ڏينهن اندر تعميري ڪم شروع ڪيو ويندو.

## تعليمي تربيتي دورا

حضرت قبلہ سهڻا سائين رحمۃ الله عليہ جن جي مهربانين جو مثال نہ ٿو ملي، سندن قربن جون ڪهڙيون ڳالهيون ڪجن. ڪين هر وقت دين جو درد، اُمت جو فڪر ۽ خدمتِ خلق جو خمار طاري هُيو.

لهٰذا جماعت کي بہ پنهنجي هن ديني درد ۾ شريڪ ڪرڻ لاءِ ماهوار موقعن کان علاوہ هر سال هڪ ٻہ اهڙا موقعا مقرر فرمائيندا هئا، جهڙڪي ١٠-١٥ ڏينهن لاءِ مختلف مرڪزن تي تربيتي پروگرام منعقد ڪيا ويندا هئا،

جن ۾ ڪافي ساٿيو شريڪ ٿيا، باطني تربيت ۽ ترقيءَ سان گڏوگڏ ظاهري علم جو ذخيرو پڻ هٿ ڪري، هو مبلغ ۽ مقرر بنجي ويندا هئا.

راقم الحروف کي ياد آهي ته جيڪي دوست پهريان دوره جي ابتدا ۾، تقرير لاءِ هڪ به جملو ڳالهائڻ جي به جرئت نه رکندا هئا، بن ٽن لفظن چوڻ کانپوءِ بس ڪري ويهي رهندا هئا، اهي الله وارن جي نگاهِ ڪرم، سهڻي صحبت ۽ تربيت ۾ اچڻ کانپوءِ اهي وڏا واعظ، مشهور مبلغ ۽ مقرر بنجي ويا.

تربيتي دورن اندر، ڏينهن ۾ ٻه ٽي نشستون ٿينديون هيون، جن ۾ اڪثر حضرت قبله سهڻا سائين جن خود تشريف فرما ٿيندا هئا.

پهرين نشست: درسِ قرآن، درسِ حديث ۽ احياءِ علوم الدين (حضرت امام غزالي رحه).

ٻي نشست: درسِ فقه، مڪتوبات (حضرت امام رباني رحه) ملفوظات (حضرت محبوب سبحاني رحه)

ٽين نشست: مثنوي (حضرت مولانا روم) ۽ تبليغي خط.

اهڙي طرح قرآن پاڪ جي تجويد قراءت، جيڪا نهايت ضروري آهي، ان کي لازم قرار ڏيندي، منهنجا محبوب سهڻا سائين جن جماعت جا قابل قاري گهرائي، درگاه شريف

تي قراءت جا دوره پڻ رکندا هئا، جنهن ۾ عام جماعت
کي خصوصاً مبلغ حضرات، خلفاء ڪرام کي تاڪيداً قراءت
جو علم سيکاريو ويندو هو.

## تقريري ۽ تحريري مقابلا

حضرت قبله سهڻا سائين نَـوَّر الله مرقده جن جي
محنت ۽ ڪوشش سان "روحاني طلبہ جماعت" جي جلسن
خصوصاً "ساليانہ ڪانفرنس" جي موقعن تي اهڙا اسلامي،
اخلاقي، علمي ۽ ادبي مقابلا ڪرايا ويندا هئا، جنهن ۾ پوري
پاڪستان، ڪراچي، لاهور، راولپنڊي، اسلام آباد، فيصل آباد،
حيدرآباد، نوابشاه، هالا، مورو، ٽنڊو، مٽياري وغيره جون برانچون
به شامل ٿينديون هيون.

مختلف موضوعن تي، مختلف ٻولين سنڌي، اردو
۽ انگريزيءَ ۾ تقريري مقابلا ٿيندا هئا. ان کان علاوه تحريري
مقابلو پڻ رکيو ويندو هو. ٻن ڏينهن جي لڳاتار "اجتماع"
جي اختتام تي، ججن جي فيصلي مطابق پوزيشن حاصل ڪندڙ،
خوش نصيب شاگردن ۾ اسلامي، اخلاقي ۽ معماري ڪتاب
انعام طور ورهايا ويندا هئا.

انهيءَ جدوجهد ۽ لڳاتار محنت، ڪوشش ۽ تربيت
جي نتيجي ۾ اهي نوجوان شاگرد، پنهنجي پنهنجي اسڪولن،
ڪاليجن ۽ يونيورسٽين ۾ پوزيشنون حاصل ڪندا رهيا. مثلاً
اسلامڪ سينٽر ڪراچي اندر ڪافي مضمونن ۾، مولانا
انوار المصطفيٰ پوزيشن حاصل ڪئي، نه رڳو ايترو پر ساڳئي
مرڪز ۾ مُدرس جي حيثيت سان رهڻ، سندس نمايان ڪاميابي

آهي. زرعي يونيورسٽي ٽنڊو ڄام اندر قراءت جي مقابلي ۾ غلام مصطفيٰ چنڙ ۽ تقريري مقابلي ۾ انگريزيءَ اندر محمد اسحاق راهو پوزيشن حاصل ڪئي. ساليانه ڪانفرنس حيدرآباد ۾ افتخار احمد ايل- ايم- سي جي شاگرد ۽ ڪراچيءَ ۾ مولانا محمد صادق بلوچ (ڪراچي) پوزيشن حاصل ڪئي. ٽيڪنيڪل ڪاليج خيرپور اندر تقريري مقابلي ۾ غلام محمد ميمڻ ۽ ضلع ليول جي سيرت ڪانفرنس نوابشاهه ۾ محمد مسعود احمد سومرو پوزيشن حاصل ڪئي. اسلامڪ ڪلچر ايم- اي جي ورٻل انٽرويو ۾ صوبه سنڌ ۽ پنجاب اندر مولانا اسرار احمد صاحب فرسٽ پوزيشن حاصل ڪئي ۽ هن وقت لطيف ڪئمپس خيرپور اندر اسلامڪ ڪلچر جو ليڪچرر آهي.

حضرت قبله سچڻ سائين جن نه رڳو "روحاني طلبه جماعت" جي ڪم ڪي ترقي وڌائيندي، منظم بڻايو آهي، پر ساڳئي وقت "نونهال روحاني طلبه جماعت"، جيڪا پرائمري ليول تي آهي، انهن ڏانهن به خصوصي توجه فرمايو آهي.

حضرت صاحب جن جي ڪوشش ۽ فرمان سان انشاءالله ايندڙ "ساليانه اجتماع" ١٠ اپريل ١٩٨٦ع تي درگاهه الله آباد، مورو ۽ نوابشاهه جي نونهال برانچن ۾ مقابلو ڪرائي ۽ پوزيشن حاصل ڪندڙ، خوش نصيب ننڍڙن معصوم شاگردن ۾ خصوصي انعام تقسيم ڪيا ويندا.

ياد رهي ته مرڪز الله آباد شريف اندر، حضرت صاحب جن جي زير نظر ۽ موجودگيءَ ۾، مولانا غلام مرتضيٰ صاحب، مورو ۾ مولانا غلام قادر صاحب ۽ نوابشاهه ۾ مولانا محمد حسن صاحب جي رهبريءَ هيٺ هن تنظيم جو ڪم زور شور سان هلي رهيو آهي.

# لئبررين جو قيام

حضرت قبله سهڻا سائين رحمة الله عليه جن جي محنت ۽ ڪوشش سان شاگردن کي اسلامي، اصلاحي، اخلاقي، علمي ۽ ادبي مواد مهيا ڪري ڏيڻ لاءِ هيٺين شهرن ۾ لئبرريون قائم ڪيون ويون، جن ۾ هر فن تفسير، حديث، فقه، تصوف، تاريخ، ادب، سائنس ۽ معلومات عام تي ڪتاب موجود آهن.

١- درگاهه الله آباد (ڪنڊيارو)، ٢- درگاهه فقير پور (راڻڻ)، ٣- درگاهه طاهر آباد (ٽنڊو الهيار)، ٤- ميران ناڪو (ڪراچي)، ٥- جيڪب لائين (ڪراچي)، ٦- ملير (ڪراچي)، ٧- لطيف آباد نمبر ٤ (حيدرآباد)، ٨- گاڏي کاتو (حيدرآباد)، ٩- لطيف آباد (نوابشاهه)، ١٠- دادو، ١١- نئون ديرو، ١٢- صوڀوديرو، ١٣- هالا، ١٤- مورو، ١٥- شاهپور جهانيه.